# نئون سال

گذريل سجي سال ۾، اسان کهڙا ڪارناما سرانجام ڏنا آهن، ان بابت، نئين سال جي موقعي تي، هڪ ڀرپور ايڊيٽوريل لکڻ جو ارادو ڪيم. قلم هٿ ۾ کڻي سوچڻ لڳس، سڄي سنڌ تي نظر ڦيرائي ويس — زراعت جي ميدان ۾ گذريل سال، ڪيترين زمينون ٻوڏ، سيلابن ۽ سم ڪان بچائي سگهياسين، سنڌي ٻوليءَ جي واڌاري لاءِ اسان ريڊيو ۽ ٽي وي تان ڪيترو وقت وٺرايو، ڪيترا نوان ڪتاب، رسالا ۽ اخبارون ڪڍيون سين. ڪيترا پبلشنگ ادارا، ائڊورٽائيزنگ ايجنسيون، ٽريولنگ ايجنسيون، شپنگ ايجنسيون وغيره قائم ڪيون سين. صنعتي ميدان ۾ اسان ڪي ڇا هٿ حاصل ٿيو، اسان جي ماڻهن ڪيترا نوان ڪارخانا لڳايا، امپورٽ ايڪسپورٽ جي ميدان ۾ اسان ڇا ڪيو. اسان جي ماڻهن کي ڪيتريون نيون نوڪريون مليون — اسان جا مزدور سنڌ جي ڪارخانن ۾ روزگار حاصل ڪري سگهيا يا نه — واپار جي دنيا ۾ اسان جا ڪيترا نوان ماڻهو گهڙيا. گذريل سال اسان ڪيتريون نيون سنڌي فلمون ٺاهيون. تعميراتي ميدان ۾ اسان ڇا ڪيو. سنڌ اندر پکڙيل هزارين ڳوٺن اندر، ڪکن ۾ رهندڙ ماڻهن کي ڪيتريون پڪيون جايون ٺهرائي ڏيڻ ۾ ڪامياب ٿياسين. تعليمي ميدان ۾ اسان جي ڇوڪرن ڪهڙا نوان نوان رڪارڊ قائم ڪيا. بين الاقوامي راندين ۾ اسان ڪهڙا جوهر ڏيکاريا. سنڌ جا لکين خاندان جيڪي واٽر جو ڪچو، ٻاڙو ۽ ڪنو پاڻي پيئن ٿا، انهن مان ڪيترن کي صاف پاڻي مهيا ڪري سگهياسين. ويم دوران مرندڙ معصوم ٻارن ۽ عورتن مان ڪيترن کي وقت سر دوائون پهچائي، بچائي سگهياسين. گذريل سال اسان پنهنجا ڀيا حق وٺڻ لاءِ ڪهڙي جا ڪوڙ ڪئي — اهو سڀ ڪجهه سوچي آئون خاموش ٿي ويس — پوءِ مجبور ٿي هيٺيون بيت لکيم:

> لڳن ڪين ڪڇن، اهڙا آٿيئي،
> ڪئيم آهن گهر ۾، سي ساڄن سيئني،
> تنين ڪاڻ ويهي، ڪهڙي ڪيان هٿ ڳالهڙي.

٥٥ ڪراچي

چيف ايڊيٽر:

يوسف شاهين

مئنيجنگ ايڊيٽر:

ناصر حيدر

ايڊيٽر:

عبدالرحمان پليجو

چيف رپورٽر: — طارق بيگ
آرٽ: — محمد هارون ٻگهيو
مئنيجر: — محمد يونس
اشتهار — حامد سلطان
سرڪيوليشن: — سيد مير واحد علي

نمائندو بدين

زهير حسين حيدري

نه پٽو نه پارو نه پير و نه پڳ
سُبلي سيني سين لالله اچي لڳ
سُڄي نه ڪوئي سڳ آهو ڏينم اکين ۾
— يوسف

جلد: ١٠ — شمارو: ٥٥

قيمت:
٤ رپيا

هفتيوار
پرس

هي پرچو افرو ايشيا پرنٽنگ پريس ناظم آباد ڪراچي ۾ مالڪ يوسف شاهين ڇپائي شايع ڪيو

٧١٠/سي-٢، پي اي سي ايچ سوسائٽي - ڪراچي ٢٩ - فون-١١١-٤٣٠

# ماڻڪن موتي....

١٩٦٥ع جو حيدرآباد هو. سنڌي عوام ۽ سنڌي شاگردن جي سجاڳيءَ جو دور هو. ان دور جا خاص موضوع ون يونٽ ۽ شيخ اياز هوندا هئا. انهن ڏينهن ۾ آئون حيدرآباد جي ماهوار رسالي ”بادل“ جو ايڊيٽر هئس. منهنجي ويجهي دوستن جي مختصر حلقي ۾ لکانو ٻهرائي، قاضي غلام نبي، يوسف لغاري، منير سنڌي، پناهه جگر، ناصر مورائي، جام ساقي ۽ يوسف شاهين هئا. منير سنڌي جنهن لاءِ مرحبات ۽ مرحوم جو اکر اڃا مونکان لکيو نٿو ٿئي، تنهن کي اسين فقط منير چوندا هئاسين. ٻاڻ کي اڃا ماڻڪ نه سڏايو هئائين، پر سندس مهانڊي مان ماڻڪن کان به وڌيڪ مٺيا ۽ جوت ٻکندي هئي. منير اڪثر مون سان بادل جي آفيس ۾ ملندو رهندو هو. ڪڏهن وري آئون به ڪيس ملڻ لاءِ سندس هاسٽل ويندو هئس. هو ٿورو ڳالهائو، سادو، سپاجهو ۽ سنجيده مزاج جو هو. سندس چپن تي هر وقت هڪ من موهيندڙ مُرڪ هوندي هئي. منير سان انهن ڳالهين ۾ هڪجهڙائيءَ ڪري يوسف شاهين به مون کي منير جو يار لڳندو هو.

١٩٦٧ع ۾ آئون بادل رسالي کي خيرباد چئي ڪراچيءَ ۾ روسي سفارتخاني جي پريس ڊپارٽمينٽ ۾ وڃي لڳس. پنهنجي بادل رسالي جو انتظام لکاني ۽ منير جي حوالي ڪري ويس. ان دور ۾ بادل سنڌ جو وڏي ۾ وڏو ۽ گهڻو پڙهندڙ رسالو هو. منير ۽ لکاني جو بادل سان ساٿ به گهڻو وقت نه هليو پر بادل ۾ منير پنهنجي پنهنجي اهڙي نقش ڇڏي ويو، جن کي وقت جو ظالم بستر به ڊاهي نه سگهيو آهي. خاص ڪري عظيم سنڌي اديب سُندري اُتم چندانيءَ کان سندس نيپال رستي ورتل انٽرويو کي ڪڏهن به وساري نٿو سگهجي.

منير هڪ بيباڪ اديب هو. هڪ حقيقت پسند انسان هو. هن روايتن کان هٽي لکيو. اڳتي هلندي پنهنجيان لوڙو ڪوڻه هنيو. هن سنڌ ۾ سماجي قيدخانن خلاف لکيو، قاتل رسمن ۽ رواجن جي خلاف لکيو، هن اڄ پڳن ۾ لڪل اکڙين جي آپار ڪئي، هن پورهيتن تي لکيو، هن حويلين تي لکيو. سندس لکڻيون ايڪسري جي مشين وانگر موضوع جي اندر کي نسورو نروار ڪري بيو ڇڏين. سندس هڪ ڪهاڻي اهڙي به هئي جا مون ائين سمجهيو هو، ته جهڙو ڪر مون تي لکي اٿس. سپ چور پنهنجين ڏاڙهين تان ڪڪ ڇنڊي مٿس فحاشيءَ جا الزام هڻڻ لڳا. پر هن دلير ۽ اڏول انسان ڪنهن جي به پرواهه نه ڪئي. اڃا به هو لکي ها پر ساهه ساٿ نه ڏنس.

منير سچار هو ۽ سدائين سچ جي ڳولا ۾ رهيو. اهڙي هو مونکي دوستو وسڪيءَ جي هڪ ناول ’برادرس ڪارامازوف‘ جي هڪ ڪردار ’اليوشا‘ وانگر لڳندو هو. دوستو وسڪيءَ جو اليوشا، ڪڏهن به ڪوڙ نٿو ڳالهائي. ڪنهن جي به اڳيان ڪيڏي به وڏي ڳالهه هجي، نه ڪرڻ جهڙي، پر اليوشا پنهنجي فطري سادگيءَ سان اهو سچ چئي ٿو ڏي ۽ سندس منهن تي رانڊ به ٿي پوي. افسوس جو اسان جو هي اليوشا اڄ اسانوٽ ڪونهي.

جام ساقيءَ قاضي غلام نبي، ناصر مورائيءَ ۽ پناهه جگر کان سواءِ اسان چار دوست بي اي کان پوءِ ايل ايل بي ڪري وڪيل ٿياسون. پر منير جو من وڪالت ۾ نه لڳو. هو ڪوڙ ڳالهائي نٿي سگهيو. ان ڪري وڪالت ۾ ڪامياب نه ٿيو. هن وڪالت مان بيزار ٿي وڃي، ميڊيڪل اسٽور کوليو ۽ ٻئي طرف مون به ڪورٽون ڇڏي اچي برسات ۾ پناهه ورتي. باقي اسان جا يار لکانو ۽ يوسف لغاري پنهنجي وڪالت جي پيشي ۾ ڪامياب آهن.

ڏسو صفحو ١٤١

# شيخ اياز

## اڻ ڇپيل نثري نظم

# پَٽ ٿو پُور ڪري

[شيخ اياز جي نئين لکيل ڪتاب ”پٽ ٿو پُور ڪري“ مان موتين مٺ، اوهان آڏو رکي رهيا آهيون. گهڻي وقت جي مانار کان پوءِ، سنڌ جو هي عظيم شاعر ۽ دانشور، هڪ ڀيرو وري ذات ۽ ذاهه جا ڏيئا روشن ڪري ٿو.]

—ادارو

مون شاعريءَ کي ترڪ ڪيو، هو
پر اي ڏاتار!
تون منهنجا ڏوڏا پڇي، منهنجون مٺيون کولين ٿو،
تون مون کي ايتري ڏات ڏين ٿو،
جو آهيان ان پنڪ ۾ جهلي به نه ٿو سگهان!

○

مون پنهنجو فانوس ٻاري، دروازو اندران بند ڪري ڇڏيو آهي،
۽ ڪوئي جواب ڏيڻ نه ٿو چاهيان؛
۽ تون ٻاهران ٺڪ ٺڪ ڪري رهيو آهين،
۽ اندر اچڻ ٿو چاهين،
ٻاهر طوفان وڻ ٻاڙن کان پٽي رهيو آهي،
۽ گهرن جون کليل کڙڪيون گهر وارن جي بيمار دلين وانگر دڪ دڪ ڪري رهيون آهن،
۽ تون ٻاهران ٺڪ ٺڪ ڪري رهيو آهين،
۽ اندر اچڻ ٿو چاهين؛
ڇا مان هڪ اويري اجنبيءَ کي ٻاهر ولهه ۾ ڇڏي ڏيان؟ يا مان هن لاءِ دروازو کوليان ته هن سان گڏ طوفان به اندر هليو اچي ۽ منهنجو ٻاريل فانوس وسامي وڃي!

○

اي ڪويل! ايترو ڪوڪ جو تنهنجو هانءُ ڦاٽي پوي ۽ تون پنهنجي رت ڳاڙيندڙ ڇهنب لاڙي چپ ٿي وڃين،

اي ڪويل! رات جي سناٽي ۾ چپ چنگي نه ٿيندي آهي.
چپ جو فائدو وٺي چيرا لوندا آهن ۽ مردا مقامن مان نڪري ايندا آهن؛
چپ جو فائدو وٺي چور کاٽ هڻندا آهن ۽ ٻاگهيا پينگ ٿي ويندا آهن؛
چپ موت جي ننڊ جي ڀيڻ آهي — موت جو ڪائنات جو وڏي ۾ وڏو ڪوڙ آهي؛
چپ تي هر وار جيئڻ جي جيت آهي، سچائيءَ جي جيت آهي،
اي ڪويل ڪوڪ، اڃا وڌيڪ ڪوڪ!
پرواهه نه ڪر جي تنهنجو هانءُ ڦاٽي پوي.

○

سستي جيئڻ جي لاچاريءَ مان ڪنڌ ڪڍائي نه ٿو سگهين؟
ڍور وانگر جي رهيو آهين!
غلام وانگر جي رهيو آهين!
مهانگي موت کان گهٻرائين ٿو؟ جند جان گهورڻ نه ٿو چاهين؟
ڪير ٽر جي چوٽيءَ تان گدڙ لهندڙ سج کي گهوري رهيو آهي؛
مور ڪارونجهر جي ڪور تي ڏيئي وانگر ٻري رهيو آهي؛
هنج ڪينجهر جي لهرن تي لڏي رهيو آهي؛
اهي سڀ به مرڻا آهن پر انهن مان ڪوبه غلام نه آهي،

۽ تون ڀور وانگر جي رهيو آهين
سستي جيئڻ جي پاڇاريءَ مان ڪنڌ نه ٿو ڪڍي سگهين؟

اي مهنجي ذات!
ڇا اڄ ڪلهه تون پٿرائينءَ مورتيءَ جي ڳرپ وانگر ٿي چڪي آهين؟
ڇا هاڻي تون ڪوئي پيارو گيت پيدا ڪري نه ٿي سگهين؟،

اي آدم!
جنهن ڪڻڪ جي داڻي لاءِ تون بهشت مان

سج ۾ اهو تاءُ نه آهي جو سورج مکي اَن لاءِ ڇاتي کولي ڇڏي،
چنڊ ۾ آها چڪ نه آهي جو چڪور اَن ڏانهن تير وانگر اڏامندو وڃي؛
تارا ٽمڪن ته ٿا
پر تڏهن ڪان مرڪن نه ٿا،
جڏهن ڪان مون ڇاتو آهي ته عشق به مري ويندو آهي.

پوهه جي پوئين رات ڪهڙي نه ٿڌي آهي!
ڏهر ۾ ڏيئا ٽم ٽم ڪري رهيا آهن،
ستارا اُنهن پوڙهين اکين وانگر لڳن ٿا جن جا ڇپر ڇٽي پيا هجن،
۽ چنڊ هڪ لاوارث لاش جي ڪوپريءَ وانگر

**اڄ به منهنجو ترنم هڪ آغوش آهي، هڪ نعرو آهي، هڪ لهوءَ ۾ لوبل نرڙ آهي، هڪ وڄ ڪان ننڪي تلوار آهي**

نڪتو هئين،
آهو مون ۾ قيٿي، سنگ ٿي جهولي رهيو آهي.

موت مون تي ڪليو ۽ هن جا سپ اڱاريءَ لڳل ڏند هيرڻ جي سڪل ڪڪڙن وانگر ڇٽي پيا.
مون کي اعتبار نه آيو ته موت پڻڊو به ٿي سگهندو آهي؛ هو ته سڀ کي رڙڪي ويندو آهي!
مون هن کي آزمائش لاءِ پنهنجي پياض مان هڪ پنو ڦاڙي هن جي وات ۾ وڌو پر هو اُن کي چٻاڙي نه سگهيو.

ڏينهن ڪيڏو نه وائڙو آهي،
رات ڪيتري نه ويسري آهي،
ٿڌي آهي،
اڪيلي آهي!
هاڻي سج ۽ چنڊ قنديل وانگر نه ٿا ٻرن،
لڳي رهيو آهي،
ٿڌ ۾ اسان ڪان گيت وسري ويا آهن،
۽ اسان جا چپ ڪنبي رهيا آهن،
ها، اها پوهه جي پوئين رات اچٽي هئي!
اسان جا هٿ برف ٿي چڪا آهن،
هوا ۾ ولهه وسي رهي آهي،
۽ اسان کي ڪارونجهر جي ٻئي پار ويٺو آهي—
پار جو اسان لاءِ اجنبي آهي؛
مون کي پنهنجو هٿ هٿ ۾ ڏي
آف! هيءَ پوهه جي پوئين رات ڪهڙي نه ٿڌي آهي!
شايد هي ڪڄيءَ جا وڻ سڀ ڪان اڳ ۾ ڄاڻن ٿا ته تون اچي رهيو آهين؛
ڪيئن نه انهن جون ڇڙيون تلوارن وانگر چمڪي رهيون آهن ۽ هوا ۾ لڏي پنهنجيءَ اَڻ ٽڻ ۽ آنڌمانڌ جو ڏيکاءُ ڪري رهيون آهن،
۽ انهن جو جڙون پاتار تائين اهو نياهو پهچائي رهيون آهن ته تون اچي رهيو آهين،
۽ ذرتيءَ ۾ ڇپيل ساهوارا اٿهيءَ انتظار ۾

آهن ته تنهنجي آذر پاءُ جي ڳهڙيءَ ڪهڙيءَ
مهل ايندي!
۽ اڪ مکڙ واءُ ۾ گهم ڪولي رهيا آهن
ڇو ته تون ساوڻ جي مينهن وانگر ايندو آهين؛
۽ تڏا سُن ۾ اڇي ويا آهن ڇو ته جڏهن
تون ايندو آهين تڏهن سنگيت جا سوين
جهرڻا ڦٽي پوندا آهن،
۽ ڳابا ڳانين جا ڳن ڇڏي، ڪڏڪيون ڏئي
رهيا آهن،

ڇا هو ڪائي مُرليءَ جي تان ٻڌن ٿا جنهن
کي ماڻهوءَ جو من ڳولي نه ٿو سگهي؟
مان چاهيان ٿو ته مان تنهنجي بنسري ٿيان،
۽ ان ڪري مان پنهنجي ڇاتيءَ ۾ سل

## اي ڪويل! ايترو ڪوڪ جو تنهنجو هانءُ ڦاٽي پوي

کڏي رهيو آهيان.
ڌرتيءَ جون اکيون ٻوٽيل در تي آهن ۽
ڪنهن ڪنوار وانگر سيج تي ڪنبي رهي آهي؛
۽ تون ايندين، ڪنهن آهٽ کان سواءِ، ۽
دليون مشڪ جي دٻلين وانگر کليل پونديون؛
۽ تون ايندين، ڪنهن آهٽ کان سواءِ، ۽ دليون
ڪٽلين جي منهن وانگر کليل پونديون،
۽ تون ايندين، ڪنهن آهٽ کان سواءِ، ۽ دليون
گلاب جي مکڙين وانگر ٽڙي پونديون ۽ پنهنجا
ڇيڙا مٿي ڪري سج جي ڪومل ڪرڻن
کي آڇينديون؛
مون توکي ڪجڪوڙن ۾ ڳوليو،
مون توکي پونچالن ۾ ڳوليو،
پر پوءِ مون کي پتو پيو ته تون آهٽ کان
سواءِ ايندو آهين؛
مان، جو تنهنجي بنسري آهيان،
جنهن پنهنجي ڇاتي ڇلي، آن ۾ تو لاءِ سل
کڏيا آهن،
تنهنجي انتظار ۾ آهيان،
ڪيتري وقت کان تنهنجي انتظار ۾ آهيان.

---

منهنجون اکين ۾ ڳوڙها ٿي ته آهن. ڇا اهي
طوفان نوح ٿي سگهن ٿا؟ ڇا انهن ۾ ايترو
سيلاب اچي سگهي ٿو جو هر رت ۾ لويل
شهر ڏوبي وڃي؟
ڇا منهنجي دل نوح جي ڪشتيءَ وانگر هر
آها شيءِ بچائي سگهي ٿي جنهنجو بچاءُ
ضروري آهي؟

---

مان ٻول جي سگهه ڄاڻان ٿو—
مان ڄاڻان ٿو ته ٻول رڪ جي نرن سان رڻ
جي گهمسان ۾ وڌندا آهن ۽ انهن جا پير
ڪڏهن به پٺتي نه ٿيندا آهن—
مان ڄاڻان ٿو ته ٻول امر ٿيندا آهن ۽
جيڪڏهن ڪوئي انهن کي چکيا تي چاڙهيندو
آهي ته آهي ڇپين جا پر پکيڙي آڏامندا آهن
۽ جيڪڏهن ڪوئي انهن کي دفنائڻ چاهيندو
آهي ته آهي ڪفن ڦاڙي نڪري ايندا آهن—
مان ڄاڻان ٿو ته ٻولن تي جڏهن پنجوڙ وڌا
ويندا آهن، تڏهن آهي وڌيڪ گرجندا آهن
۽ انهن جو پڙلاءُ صدين جي سيني ۾ گونجندو
رهندو آهي—
منهنجو انهن ٻولن سان واسطو نه آهي جي
ديوداسين جي پيرن ۾ پنکڙين وانگر هوندا
آهن، مان ته آهي ٻول ڄاڻان جي ديوتائن جي
مسڪن تي سورج مکين وانگر پرندا آهن—
مون کان وڌيڪ ٻول جي سگهه پيو
ڪير ڄاڻي؟
مون وٽ آهي ٻول نه آهن جي ڄاهن وانگر ڏڌڙ
۾ ڏوڪيندا ويندا آهن؛ مون پنهنجن ٻولن کي
گرڙ پک جي پرن تي سوار ڪيو آهي جو هڪ
ئي جهڙپ سان ڪيئي ارڙ آڏيڙي سگهندو آهي.

---

قديم سنڌ جي راڻيءَ روملسا هڪ بت تراش
کي چيو،
”ڇا تون منهنجي مورتي ٺاهيندين؟“
”مان پئي ڪنهن ماڻهوءَ جي مورتي نه ٺاهيندو
آهيان“، بت تراش جواب ڏنو.

”اڙي، ڪوڙ ڇو ٿو ڳالهائين؟ مون پاڻ تو کي ڪيترن ئي ماڻهن جون مورتيون ٺاهيندي ڏٺو آهي!“ روماسا هن کي چڙهيندي چيو.

”مورتيون ته مان پنهنجون ٺاهيندو آهيان، البت صورتون ٻين ماڻهن جون هونديون آهن“، بت تراش جواب ڏنو.

جي مري ويا آهن، آهي مون لاءِ معني نه ٿا رکن جي ماريا ويا آهن، آنهن مان به ڪجهه رکو ڪي مون لاءِ معني رکن ٿا.

هاڻي ته مارينڌڙ به مري چڪا آهن يا ماريا ويا آهن ۽ اهي به مون لاءِ معني نه رکن.

پر آهي جي ماريا ويا ها، آنهن مان ڪي رات جو اٿن ٿا ۽ پنهنجي پنهنجي دؤر جا لباس پائي اچن ٿا.

آنهن مان ڪن کي ڦاهيءَ چاڙهيو ويو هو، ڪن جو سِر جلاد جي هڪ ڌڪ سان آڌامي ويو هو، ڪي جنگ ۾ وڙهندي ماريا ويا ها.

آهي الڳ الڳ دؤر ۾ جدا جدا حالتن ۾ ماريا ويا ها. آنهن جا هڏا ته لڳ ڀڳ هڪ جهڙا آهن پر آنهن جا ويس وڳا جدا جدا آهن.

مان آنهن مان ڪن جا نالا ڄاڻان ٿو پر ڪن جا نالا ته نهيو پر شڪل به نه ٿو سڃاڻان. پر مون کي اهو معلوم آهي ته آهي به ڪٿي ماريا ويا ها، باقي اها ڄاڻ ڪنهن کي به نه آهي ته آنهن جا هڏا ڪٿي پوريل آهن.

ڪن کي غسل ڏنو ويو هو ۽ ڪن جو ماس رڻ جي تتيءَ ريتيءَ تي رجهي ڳري ويو هو ۽ آنهن جو خون ڳجهن جي ڳاڙهين چهنبن مان ٽمي ذرتيءَ ۾ جذب ٿي ويو هو ۽ ڪن جا لاش برف ۾ ڄمي ويا ها ۽ سج اڀرڻ سان برف آنهن جي اکين مان ڳوڙها ٿي ٽپڪي هئي.

هو سڀ ماريا ويا ها— ڪي سونهن لاءِ، ڪي سچ لاءِ، ڪي نياوَ لاءِ.

هو رات جو ميڙو ڪري اٿن ٿا ۽ چبرن وانگر چيخون ڪري منهنجي ننڊ ڦٽائن ٿا.

هو بار بار مون کان پڇن ٿا، ”اسان جيڪا سونهن ڏٺي هئي، آها ڪٿي آهي؟ اسان جيڪو سچ ڏٺو هو، آهو ڪٿي آهي؟ اسان جنهن نياوَ لاءِ ماريا ويا هياسين، آهو ڪٿي آهي؟“

مان هنن کي ٻڌي سگهان ٿو پر هو مون کي ٻڌي نه ٿا سگهن. مان رڙ ڪري هنن کي چوان ٿو، ”توهان ڪالهوڪي سونهن ڏٺي هئي، ڪالهوڪو سچ ڏٺو هو، ڪالهوڪي نياوَ لاءِ ماريا ويا هئا. آها سونهن، آهو سچ، آهو نياءُ اوهان کان پوءِ اوهان وانگر مري چڪو آهي.

اوهان آنهن کي مون وٽ ڪيئن ٿا ڳوليو مان ته جيئرو آهيان!“

پر مئا گونگا نه هوندا آهن، ٻوڙا هوندا آهن. هو مون کي ٻڌي نه ٿا سگهن ۽ وري پڇن ٿا، ”اسان جيڪا سونهن ڏٺي هئي، آها ڪٿي آهي؟ اسان جيڪو سچ ڏٺو هو، اهو ڪٿي آهي ؟ اسان جنهن نياوَ لاءِ ماريا ويا هياسين، اهو ڪٿي آهي؟

## منهنجين اکين ۾ ڳوڙها ئي نه آهن. ڇا هي طوفان ٿي سگهن ٿا ؟

اڄ به منهنجو ترنم هڪ آغوش آهي، هڪ نعرو آهي، هڪ لهوءَ ۾ لويل زره آهي، هڪ وڄ کان تکي تلوار آهي.

اڄ به منهنجو ترنم هڪ بادل آهي، گهنگهور گهٽا وانگر اڀري رهيو آهي ۽ ڪنوٽين جٽن ڪجي ٻٽ تي برسي رهيو آهي.

اڄ به منهنجو ترنم هڪ ڳيرو آهي، آن کي ڪاريون ڪجريون گهائيندڙ اکيون آهن؛ گذريل سالَ آن جي پيشانيءَ ۾ پيرا پيدا ڪري نه سگهيا آهن ۽ عمر آن جي پاڪر ۾ ٽڏائي آڻي نه سگهي آهي.

اڄ به منهنجو ترنم عقاب وانگر آڏري ٿو ۽ پهاڙ کان اوچو آڏري، هيٺ غوطو هڻي ٿو ۽ ڪن ۾ ماڻهوءَ جو من جهٽي وٺي ٿو.

اي ڪيلاش تي رهندڙ ديوتائو! منهنجا گيت اوهان کان وڌيڪ امر آهن، ها، پر منهنجي سُر جو سُرڳ ديوتائن لاءِ نه آهي، پر ٿَرَ جي ٿورين ۽ واريءَ تي ويڙهيچائين لاءِ آهي.

عقاب آکيري ڏانهن موٽي رهيو آهي.

ڪيترو وقت هو آڏاميو آهي ڪير ٿو ڄاڻي!

ڪيترو وقت هن جي پرن ڇپن تي ڇانئو ڪئي آهي!

ڪيترو وقت هن ڌرتيءَ جي تاوَ لاءِ ڏڪار ڏيکاري آهي ۽ پرندڙ سج کي ڪاوڙ سان ڏٺو آهي!

**دڄ انهن ڪان جي توکي آزادي آڇن ٿا، اهي توکي ٻيءَ غلاميءَ جي ڄار ۾ ڦاسائڻ چاهين ٿا**

ڪيترو وقت هن جهڙپ ڏئي نانگ پنهنجن چنبن سان چيري ڦاڙي ڇڏيا آهن!

هن کي ايتري ساري وقت ۾ اهو ياد به نه هيو ته هن جو ڪوئي آکيرو به آهي.

عقاب ٿڪبا ته نه آهن؛ عقاب پوڙها به نه ٿيندا آهن.

ها، اها ٻي ڳالهه آهي ته سج لهي رهيو آهي ۽ عقاب آکيري ڏانهن موٽي رهيو آهي.

يناڻيءَ رسالي مان منهن ڪڍيو ۽ مون کي چوڻ لڳو —

”دڄ آنهن ڪان جي توکي آزادي آڇن ٿا، آهي توکي ٻيءَ غلاميءَ جي ڄار ۾ ڦاسائڻ چاهين ٿا.“

”دڄ آنهن ڪان جي رڳو پنهنجيءَ ڳالهه کي ئي سچو سمجهن ٿا ۽ ٻي جي هر ڳالهه کي ڪوڙو سمجهن ٿا ۽ آن ڪوڙ سان مقابلي لاءِ گوليون استعمال ڪن ٿا.“

”دڄ آنهن ڪان جي توسان صدين جو سودو ڪرڻ چاهن ٿا. صدين ڪئي سچ پنهنجي ڊير ۾ پوري ڇڏيا آهن ۽ اڄ انهن جي ٻڙڪ به ٻاهر نه ٿي نڪري.“

هاڻي مان هڪ عقاب وانگر، ڌرتيءَ کان دور پر ڪولي ڏک ٻڌي ٻيهي رهيو آهيان. اي خدا! مون کي سگهه ڏي ته مان تير وانگر تنهنجي آسمان کي چيري وڃان ۽ پنهنجو مٿو ڪنهن ستاري سان ٽڪرائي، سوين ٽڪرا ڪري وهان! مان ڌرتيءَ تي ڳت ڏئي، ساڳي شڪار تي جهڙپ ڏيڻ نه ٿو چاهيان.

مان جي سرمد هجان ها ته قطب مينار جي چوٽيءَ تي چڙهي، نقارو وڄائي چوان ها،

”جاڳو، اي ننڊ ۾ الوٽ انسانو جاڳو! پنهنجين حويلين ۽ حجرن مان هو چوڌهينءَ جو چنڊ ڏسو جو سانوڻ جي گهٽائن ۾ ڇپي ويو آهي!“

۽ جي ان ڪري اورنگزيب جي هٿان ماريو وڃان ها ته مون کي افسوس نه ٿئي ها.

آڳهاڙپ اوچڻ ٿيندي آهي ٻي عيب انسانن جو، پر رڳو ٻن رباعين چوڻ لاءِ جلاد اڳيان سر جهڪائڻ زندگيءَ جو ڪهڙو نه اجايو آڪلاءُ آهي.

[هلندڙ]

سراسري ڄمار

ويهين صديءَ ۾ ماڻهوءَ جي ڄمار ۾ سراسري واڌ ڪي انسان جو مکيه ڪارنامو ليکي سگهجي ٿو، سواءِ ڪن ٿورن مثالن جي، سنه ١٩٠٠ کان ١٩٦٠ع تائين انساني ڄمار ۾ ويهن سالن جي سراسري واڌ ٿي آهي. سال ١٩٦٨ جي ڪاٿي موجب، آمريڪا جي گڏيل رياستن (يو ايس اي) ۾ جنم وٺندڙ هر ٻار جي ڄمار جو ڪاٿو ٧٠ سالن تائين لڳايو ويو. حضرت عيسيٰ جي جنم کان هڪ هزار سال اڳ هر يوناني ٻار جي سراسري ڄمار جو انگ ويهن سالن کان به گهٽ هو ۽ هوڏانهن روم ۾ حضرت عيسيٰ جي دور ۾ ماڻهوءَ جي سراسري عمر ٣٢ سال هئي. ١٧٧٦ ۾ آمريڪا ۾ ٣٥ سال هئي ۽ يورپ ۾ نيپولين واري دور ۾ ٣٤ کان ٤٠ سال هئي ۽ ١٨٥٠ع ۾ آمريڪا ۾ ماڻهوءَ جي سراسري ڄمار ٤٠ سال هئي.

صنعتي انقلاب، پنهنجي وڌندڙ ناڻي ۽ سڌريل معيار زندگي سان گڏ ماڻهوءَ جي ڄمار ۾ ڀرپور سگهه واڌ آندي

ڏسو صفحو ١٢

# نازي جنگي ڏوهاري

## جيڪي اڃا تائين روپوش آهن

م/ جر- جبي - فنڊ نيس

١- ڊاڪٽر آندريجا آرتوڪو وچ، نازي رياست ڪروشيا جو وزير انصاف، جنهن ٢٥ هزار يهودين کي بيگار ڪئمپن ڏانهن اماڻيو هو. ١٩٧٦ع کان آمريڪا جي ڪئليفورنيا رياست ۾ رهي ٿو. جيتوڻيڪ سندس جلاوطنيءَ جي وچ ۾ مٿس يوگوسلاويا ۾ ١٩٤٩ع تائين به اجتماعي قتل جي الزامن هيٺ ڪيس هلندڙ هئا.

٢- ڪلاس باربي - فرانس جي ليون شهر ۾ نازي جرمني جي بدنام زمانه خفيه تنظيم گيسٽاپو جو سربراهه جنهن قيدين کي اذيتون ڏيڻ ۽ يهودين کي جلاوطن ڪري، بيگار ڪئمپن ڏانهن اماڻيو هو. ڪيس سندس پرپٺ موت جي سزا ڏني وئي هئي. هن وقت هو هڪ واپاريءَ جي حيثيت ۾ بوليويا جي لاپاز شهر ۾ رهندو آهي.

٣- مارٽن بورمن- نازي پارٽي چانسيلريءَ جو اڳواڻ ۽ هٽلر جو سيڪريٽري. جنگي مجرمن تي نيورمبرگ ۾ هلايل مقدمن ۾ ڪيس پرپٺ سزاءِ موت ڏني وئي هئي. اپريل ١٩٧٣ ۾ ڪيس مغربي جرمنيءَ جي هڪ ڪورٽ مئل ٺهرائي، مٿس ڪيل سرچ وارنٽ رد ڪري ڇڏيا. ان هوندي به اپريل ١٩٧٤ع تائين اهڙا اطلاع هئا ته هو ارجنٽينا ۾ ١٩٧٤ تائين زنده هو.

٤- رچرڊ گلڪس- ايس ايس جنرل ۽ سڀني بيگار ڪئمپن جو انسپيڪٽر جنرل، ١٩٤٥ع کان روپوش آهي.

٥- رولف گنٽر- ايڊولف ايڪمئن جو برلن ۾ نائب. ١٩٦٠ کان گهڻو ڪري ارجنٽينا ۾ رهي ٿو.

٦- ڊاڪٽر لڊوگ هاهن. ايس ايس ڪرنل ۽ وارسا گسٽاپو جو سرواڻ- پنج لک يهودين کي ٽريبلنڪا ڪئمپ ڏانهن جلاوطن ڪندڙ. ١٩٦١ کان اهي افواهه آهن ته هو اولهه جرمنيءَ جي هئمبرگ شهر ۾ رهي ٿو.

٧- ڊاڪٽر جوزف مينگيل. اسچوٽر بيگاري ڪئمپ جو ڊاڪٽر، جيڪو بقول اين لرينڪ جي حضرت عزرائيل جو جانشين هو. هن بيگاري ڪيمپن ۾ رهندڙ قيدين تي مڪروهه ۽ لڱ ڪانڊاريندڙ طبي تجربن سان ڪئمپن ۾ ڪيترن ئي ماڻهن کي ماريو. مٿس جرمنيءَ ۾ اجتماعي قتل جون تهمتون هيون. ١٩٧٢ کان ڏکڻ آمريڪا جي پئراگوئي ملڪ ۾ رهندو آهي.

٨- هينرڪ ميولر- گيسٽاپو چيف- ميولر نازي مجرمن مان سڀني کان اهم گهربل ماڻهو آهي. ١٩٤٥ع ۾ کيس مئل ڄاتو ويو ۽ جڏهن ١٩٦٣ ۾ سندس قبر کوٽي وئي ته پتو پيو ته قبر ۾ ٽي ڪنهن ماڻهوءَ جو لاش جو پيرو پيل آهي. اهي اطلاع آهن ته هو هڪ جائداد جي مئنيجر جي حيثيت ۾ ارجنٽينا جي ڪاردوبا شهر ۾ رهي ٿو.

٩- والٽر راڻوف- اسچوز ۾ ايس ايس ڪرنل. هن اهڙين ٽرڪن جو منصوبو ٺاهيو هو جن ۾ ڊرائيور جي پٺين پاسي ۾ موتمار گئس پيل هو جيڪي به جلاوطن بيگاري ان ۾ هوندا هئا اهي مري ويندا هئا. مٿس ٩٧ هزار ماڻهن کي مارڻ جو الزام هو. ١٩٧٥ع جي اطلاع موجب هو چليءَ ۾ مڇين جي هڪ فارم جو مئنيجر هو.

١٠- الفونس ولهم ماسين، ايس ايس ڪئپٽن- هالينڊ ۾ اجتماعي خونريزي جي ڏوهه ۾ گهربل هو.




NPS.2.81.UD.R

R:LINTAS

چنڊ ڳڀين لڙ دور، لوڻ ڌري نجا درد ڇا ڄاڻين

## سنڌ جو شاعر، اديب، ڪهاڻيڪار، فنڪار، صداڪار ۽ ڊراما نويس

# قمر شهباز

انٽرويو: عبدالرحمان پليجو

س: توهان جو نالو ڇا آهي؟ گهر ۾ ۽ ٻاهر، مٽ مائٽ ڪهڙن نالن سان سڏيندا اٿوَ؟ نِڪ نيم ڪهڙو اٿوَ؟

ج: نالو اهوئي آهي جيڪو اسڪول جي رجسٽر، ٻڪهار جي ٻل ۽ ٿاڻي جي فائيل ۾ لکيل آهي. نوڪر چاڪر ۽ زيردست منهن سامهون سائين ۽ جناب ڪري سڏيندا آهن. مٽ مائٽ ”ستر“ کان سواءِ نالو ڪونه ڪٺندا آهن. پٺي ڏريون ڇا سڏيندا آهن، سا ڄاڻ ڪونهي. حالتون پڌائن ٿيون ته اهڙا معلومات حاصل ڪرڻ سان خاص خوشي ملڻ جي ڪا اميد ڪانهي. ٻار ”بابا“ سڏيندا آهن. ڪجهه وقت کان زال ”ڪيمي“ (CAMY) چوڻ شروع ڪيو آهي. منهنجي ذاتي راءِ ۾ ان جو ان نالي وارين واڇن جي گهٽجندڙ ساک ۽ ناڪاره ڪارڪردگي سان ڪو به تعلق ڪونهي.

س: عمر ڪيتري اٿوَ؟

ج: ان سوال جو جواب مون ڇوڪرين کي به ڏيڻ ڇڏي ڏنو آهي، ٻڪهار متعلق ڪو به سوال پڇي سگهو ٿا.

س: ڪجهه پنهنجي خاندان ڪٽنب ۽ راڄ جي باري ۾ ٻڌايو؟

ج: ايترا سارا سوال، مون کان منهنجي ٿيڻ وارن ساهرن نه پڇيا هئا ۽ نه وري مسواڙ تي جاءِ ڏيڻ وارن مالڪن ئي پڇيا هئا. ان جي باوجود به مان انهن سڀني سوالن جا جواب بلڪل ڏيڻ لاءِ تيار آهيان جيڪڏهن توهان منهنجي صرف هڪ سوال جو جواب ڏيو ۽ اهو هيءُ آهي ته: ڇوڪري شڪل صورت جي ڪيئن آهي؟

س: شاگردي واري زماني ۾ ڪهڙين ادبي، فني ۽ سياسي شخصيتن توهان کي متاثر ڪيو.

ج: تعليمي محاذ تي مون ايچ . ايم. خوجا صاحب جهڙو سرد مجاهد اڃا تائين ڪونه ڏٺو آهي. هو هڪ عظيم انسان آهي ۽ هن جي ئي جلايل لاٽ مان هزارين لکين ماڻهن روشني پئي منهنجي زندگي سنواري ڇڏي. منهنجي زندگي ۾ جو هر لمحو خوجا صاحب جي عقيدت ۾ ڳروي رکيل آهي.

ادبي ميدان ۾ شيخ اياز، جمال ابڙي، سراج ۽ ٻين دوستن کان متاثر رهيس.

عالمي ادب ۾ هيمنگوي، هال ڪين، ارون شا، چيخوف، گوگول، ابسن، خليل جبران، ڪرشن چندر ۽ ٻيا شوق سان پڙهيا اٿم. فرانچ خاتون ليکڪا فرانڪاز ساگان جون لکڻيون ڏاڍيون وڻنديون اٿم.

س: اوائلي عمر ۾ ڪهڙا ڪتاب چاهه سان پڙهيا اٿوَ جن جو تاثر اڃا تائين توهان جي ذهن تي قائم آهي.

ج: شاهه سائين جو رسالو ۽ ان ۾ به خاص طور سُرسارنگ منهنجي ذهن تي گهرو ڇانيل آهي. اونهاري ۾ ڏاڍي شدت سان برسات جو انتظار ڪندو آهيان. ايتريقدر جو منهنجي ان پل پل جي انتظار کان منهنجا سڀ گهر وارا سخت پريشان هوندا آهن.

ٽئين درجي ۾ هوس جو ڪليورز ٽريولز، گورڪي جو

"مدر"، ٽئگور جو گيتا انجلي، عمر خيام جون رباعيون ۽ بي جي ووڊ هائوس جا ڪيترائي ڪتاب پڙهيا هئم.

ڊڪنسن جو "وار اينڊ پيس" ننڍي هوندي کان پڙهندو پيو اچان پر اڄ تائين پورو ڪري ڪونه سگهيو آهيان. البت ڪتاب سان ڪيئي هزار مهر، مکيون، هڪ وڇون ۽ هڪ چوڻ ماريو اٿم. پٿون تي ڪوڪا ته مان ٺوڪيندو ٿي ان ڪتاب سان آهيان.

س: توهان کي پسنديده ملڪي غير ملڪي اديب شاعر ۽ فنڪار پڌايو؟

ڪيترائي پيا.

فنڪارن ۾ مصري خان مرحوم شهنائي وارو بسم الله خان، نرم پيٽ وارو آرم اسٽرانگ، روشن آرا بيگم، محمد جمن، عابده پروين، سائين مرزا، ماڻو خان، پيٽ بون، رڪي نيلسن ۽ پيا.

ان کانسواءِ مشهور ڪلاڪار موسو مڪراني جيڪو پن آگرين ۽ هڪ ٻلهڻ سان ڪوبه پٽون پار ڪري ويندو آهي. روينيو عملدار خوشي محمد خان، جيڪو هر سال حج تي وڃڻ جي باوجود پنهنجي فنڪاري سان ٻنگلي مٿان

ج: فلمن سان منهنجي دلچسپي شروع کان وٺي تمام گهٽ رهي آهي. ايتريقدر جو پنهنجي ٿي لکيل ۽ پر ٿوري ڊاڪومينٽري فلمن مان سون شايد ٿي ڪا فلم ڏٺي هجي. ان هوندي به ظاهر آهي ته ماڻهو تفريح جي ان ذريعي کان بلڪل ڌار ته رهي نٿو سگهي.

مونکي چڱي طرح ياد ناهي ته سڀ کان پهرين فلم جا مون ڏٺي هئي سا ڪهڙي هئي. البت ايتري سمجهه اٿم ته شايد اها پهرين سنڌي فلم "ايڪتا" هئي. تمام ننڍو هوس. ان ڪري

سنڌي ادب کي دنيا جي ڪنهن به ادب سان ڀيٽي سگهجي ٿو ۽ ڪو به ماڻهو ڪو به ملهه ۽ ڪو به معيار اڏي ڪو. توهان کي سنڌي ادب ان معيار تي پورو ملندو

ج: سوال وڏو آهي ۽ منهنجي جواب ڏيڻ يا نه ڏيڻ سان انهن اديبن، شاعرن ۽ فنڪارن جي صحت تي ڪوبه اثر نه پوندو. ان هوندي به جيڪي دوست ذهن تي هن وقت موجود آهن سي پڌايان ٿو، جيڪي پوءِ ياد ايندا انهن لاءِ جدا ضميمون ڪڍندا رهنداسون.

ڪن اديبن جو ذڪر ته مٿي ڪري آيو آهيان. انهن کي ورجائڻ سان ڪمپوزيٽر جي محنت ۾ اضافو ٿيندو. منهنجي اجوري ۾ ڪوبه فرق نه پوندو. شاعرن ۾ امداد، فراز، ايليٽ، پائونڊ، وٽمن، اياز، ڪيٽس، بائرن ۽ پيا.

اديبن ۾ جلال، سليم، سيريان گرين، ثميره، نسيم، فاڪنر، ٽوائن، اسٽينبيڪ، ڪامو ۽

ٽنگلو ٺهرائيندو رهندو آهي. پوليس عملدار پورا خان، جيڪو چورن کان ته سچيون ڪرائيندو آهي پر ساڌن کي به سلهاڙي رکندو آهي. استاد محرم خان ماسٽر جيڪو سچو سال موڪل ملهائيندو آهي ان هوندي به سندس سڀ شاگرد هر سال پاس ٿيندا آهن.

مائي ڪاري ساڃاه، جيڪا مهيني ۾ ٽي چار شاديون ڪرائيندي آهي. پيسا وٺندي آهي ۽ هڪ ڌر جي اوڏانهن جي خبر نڪاح کان اڳ ٻيءَ ڌر کي پوڻ نه ڏيندي آهي.

س: توهان پهرين ڪهڙي فلم ڏٺي. شروعاتي دور ۾ ڪهڙين فلمن توهان کي متاثر ڪيو. (ڪهڙيون فلمون ڏاڍيون وڻيون) پنهنجا ڪي پسنديده فلمي فنڪار پڌايو. (اردو، ٿوري، انگريزي وغيره).

وڌيڪ تفصيل ياد نه اٿم. ننڍپڻ وهيءَ ۾ هر شئي رنگين ۽ وڻندڙ لڳندي آهي. ان ڪري "ڪرن ديوان" به پلوڙ لڳندو هو.

پر پهرين فلم جنهن مونکي تمام گهڻو متاثر ڪيو ۽ شايد ان ميدان ۾ اچڻ تي آماده ڪيو سا هئي پاراج ساهني جي فلم "هم لوگ".

دليپ جي "جوگن" آخري ڏينهن به ڏٺي هئن.

انگريزي فلمن ۾ "ريڪئيم فار اي هيومن" ڏاڍي وڻي. اها فلم ڪراچي ۾ صرف هڪ يا ٻه ڏينهن هلي پر انٿوني ڪئن جي اداڪاري جا ان فلم ۾ نظر آئي، سا سندس "هنچ بيڪ آف نائٽر ڊيم" ۾ به نه هئي. مان ڪڏهن سال جڏهن پئرس ويس، تڏهن خاص طور ناٽر ڊيم جي ديول ڏسڻ

ويس، ان جا ٻه سبب هئا. هڪ تہ ان ديول کي ڀاڻ لڳڻ سبب جيڪو نقصان پهتو هو، ان جي مرمت ۽ واڌاري لاءِ ارنيسٽ هيمنگوي چندا ڇيرا جمع ڪري پنهنجي کيسي مان خرچ ڪري ڪيس پيٽر وڏيڪ شاندار بڻايو هو. ٻيو ان ڪري تہ پنهنجي اکين سان اهو عظيم گنبذ ڊهندن جنهن کي ذهن ۾ رکي وڪٽر هيوگو اهو ناول لکيو ۽ انٿوني ڪئن ۽ جينا لولو برجيڊا ان کي لازوال بڻائي ڇڏيو.

**جنگ ڪانپوءِ ٻئي مهيني ۾ ٿيل شادي "وار ميريج" آهي يا "لو ميريج" انجو فيصلو تاريخ ڪندي**

مونکي ادري هيپبرن ٽريسي جي اداڪاري، خاص ڪري "اوليڊ مين اينڊ دي سي" ۾ ڏاڍي وڻي. "آن دي واٽر فرنٽ" ۾ مارلن براندو. "ٽوڪل اي ماڪنگ برڊ" ۾ گريگوري پيڪ. "سانگ ناٽ دي سنگر" ۾ همفري بوگارڊ. "هڪنڪ" ۾ وليم هولڊن. "برج آن دي رور ڪوائي" ۾ اليڪ گائينيز. "ٽريپ" ۾ ريٽا ٽشنگهام. اهي ڪجهہ اهڙا نالا آهن جي مونکي هن وقت تائين ياد اچي سگهيا آهن.

س: توهان جي شادي ڪيئن ۽ ڪڏهن ٿي؟ ڇا اها لوميريج (پيار جي شادي) هئي؟

ج: ٽي سال لاڳيتو ڊانڊائيڊ ٿيس. چوٿين سال شادي ٿي. ١٩٦٥ع واري جنگ کان پوءِ ٻئي مهيني ۾ ٿيل شادي "وار ميريج" آهي يا "لو ميريج" ان جو فيصلو تواريخ ڪندي.

س: زال جي ڪهڙي ڳالهہ کان چڙ ايندي اٿو؟ ۽ ڪهڙي ڳالهہ وڻندي اٿو؟

ج: جڏهن ڪڏهن سمهوري ڪهرندي آهي تڏهن چڙ ايندي آهي. پر جڏهن ان ٿي ڏکار سان مهنو خير خوبيءَ سان گذاري ويندي آهي تڏهن ظاهر آهي تہ چڱي لڳندي هوندي.

س: توهان جي ڪهڙي ڳالهہ يا حرڪت توهان جي گهر واري کي نہ وڻندي آهي ۽ ڪهڙي ڳالهہ وڻندي اٿس.

ج: شينهن شير خدا جو آهي. جهنگل جو بي تاج بادشاهہ آهي. ڪڏهن تہ گاهہ کائي، ڪڏهن تہ گوشت کائي. ڪڏهن تہ روزو رکي سمهي رهي.

س: توهان جيڪڏهن هڪ ٻئي کان ڪاوڙ جي ٿو تہ پوءِ ڪيئن پرچايو؟

ج: اهو سوال ٻارڙي وارن کان پڇو تہ بهتر.

س: گهڻا ٻار اٿو؟ ڪهڙي ٻار کي گهڻو ڀانئيو؟

ج: پنج ٻار آهن. سڀ بندوقن سان اڏائڻ جهڙا آهن. منهنجا هڙئي ڪتاب ڦاڙي ناس ڪيا اٿن. افسانن مان پيڙيون ٺاهي تارينداآهن. شعرن مان جواز جوڙي اڏائيندا آهن. ڊرامن جي ڪرسيڻن تي ڪتن ۽ ٻلن جا آواز پري ڇڏيا آٿن.

تازو پنهنجو هڪ ڊرامو ٻئي پڙهم. ڊائلاگ ڪجهہ هن ريت پڙهڻ ۾ آيا:

"رائي- منهنجي تو سان بي انتها محبت ميائون ميائون!"

"راجا- منهنجي بہ تو سان ڏاڍي محبت ميائون ميائون ميائون —!"

س: ڪهڙين راندين ۾ حصو ورتو اٿو؟ ڪهڙيون رانديون ڏسڻ پسند ڪندا آهيو؟

ج: رانديون سڀ پسند اٿم. گهڻو ڪري سيني آئوٽ ڊور راندين ۾ حصو ورتو اٿم. رانديون اج بہ منهنجي زندگي جو اهم حصو آهن.

س: کاڌي جون پسنديده ڊشون؟ کاڌي ۾ ڪهڙين شين کان بيزار هوندا آهيو؟ ڪي اهڙيون شيون جي ڏٺيون بہ نہ وڻن؟

ج: انهن سيني سوالن جي مختصر جواب لاءِ توهان کي مونکي گهر تي دعوت ڏيڻي پوندي. اطلاع لاءِ صرف ايترو عرض آهي تہ لوڙي (بلوچستان) جي ٻچي پشاور جا چپلي ڪباب، شڪارپور جو آچار، موري جي پلي، رتيديري جو ماڻو، لاهور جو ڪڙهائي گوشت، سوات جا جيرن ٻڪين جا ڪوفتا، اٽليءَ جا پيزا، فرانس جا مش روم ۽ ممبوي جا پڪوڙا کاڌا اٿم ۽ وڻيا اٿم.

س: سگريٽ ڪهڙا پيندا

آهيو ؟

ج: سگريٽ ڪونہ پيئندو آهيان. اوهان بي خوف ٿي منهنجو پيڪيٽ منهنجي ساٿيون ڪولي ڏسي سگهو ٿا.

س: توهانجي ساٿيون ڪا ڇاهوڪي عورت سگريٽ پئي تہ توهان کي ڪيئن لڳي؟

ج: ڏاڍي سٺي لڳي بشرطيڪ سگريٽ منهنجو پيئي.

س: ذاتي دوستيءَ جو دائرو ڪيترو اٿو؟ توهان جا ڪي ذاتي دوست؟

ج: تمام گهڻان دوست آهن

س: دوستن جي بي تڪلفيءَ کي ڪيترو برداشت ڪندا آهيو؟

ج: ان حدتائين جتان ٺٺولي يا ڪيسي جي حد شروع ٿئي ٿي.

س: ڪن اهڙن دوستن جا نالا ٻڌايو جيڪي توهان کان ڪتاب وٺي ويا آهن ۽ واپس نہ ڪيا اٿن.

ج: سون ڪتاب وٺي واپس ڪيا هجن تہ پوءِ جا نالا ٻڌايان.

س: سڄي عمر ۾ ڪهڙي ڪتاب، ڪهڙي اديب، ڪهڙي فنڪار ۽ ڪهڙي شاعر توهان کي بور ڪيو؟

وڌيڪ پڙهڻ جي تمنائي نہ رهيس چيرڻ ماٺهو آهيان. ڪهڙيءَ ڪلمندو آهيان، ڪهڙي روئندو آهيان معمولي ڳالهہ ۾ وڙهون ٿائين نہ وسرندي اٿم ۽ ڪڏهن تہ ٻڌڙن جيڏا واقعا پيهر ذهن تي نہ ايندا آهن.

س: سنڌي ٻولي جي مستقبل کان اوهان ڪيتري قدر مطمئن آهيو؟

ج: سنڌ ۽ سنڌي ٻولي ۾ منهنجو ايمان آهي. اهي ٻئي امر آهن. جنهن ٻوليءَ جا نوجوان سجاڳ، اديب امنگن ڀريا ۽ نياڻيون بي ڊپيون هجن، سا ٻولي

**شينهن شيرخدا جو آهي، جهنگل جو بي تاج بادشاهہ آهي- وٽيس نہ گاهہ کاڌي ۽ وٽيس گوشت کاڌي، وٽيس ٿورو رکي سمهي رهي**

ايتريقدر جو ڪيترن جا تہ نالا ۽ شڪليون بہ ياد نہ رهيون آهن. سنڌ جو هر رهواسي منهنجو دوست آهي.

س: ڪي اهڙا دوست جي ناقابل برداشت هجن؟

ج: جي ها- مثال طور اهي ايڊيٽر صاحب جي انٽرويو جي بهاني گهر ايندا آهن. خوب کائيندا آهن ۽ ٻيو هليا ويندا آهن. انٽرويو ڇپيو هجي نہ ڇپجي. ٻيا قربدار موڪل جي ڏينهن منهنجي دل بهلائڻ لاءِ سڄو ڏينهن مونسان گڏ گذارڻ لاءِ ايندا آهن ۽ سارو ڏينهن حرام ڪندا آهن.

ٿيان ساٿيڻ جي سنوار يا طبيعت پڇڻ جي بهاني مهمان ٿي ايندا آهن ۽ وڃڻ جو نالو نہ وٺندا آهن.

ج: اهڙي سڀ خوبيون ڪهڙي بہ شخص ۾ موجود آهن. پر سان مندس نالو نہ ٻڌائيندس جو تہ ائين ڪرڻ سان هيءَ انٽرويو "برسات" ۾ ڇپجي نہ سگهندو.

س: پنهنجي شاعري ۽ پڙهائي جي شاعريءَ کان سواءِ ڪهڙي شاعر جي شاعري وڻندي اٿو؟

ج: پنهنجي شاعريءَ مان دل ڀر جي تہ پوءِ ڏانهن ڌيان ڏيان.

س: پنهنجي حياتيءَ جو ڪو نہ وسرندڙ واقعو ٻڌايو.

ج: ڪوهڪ هجي تہ ٻڌايان. سڄي زندگي اٿ وسرندڙ واقعن سان ڀري پئي آهي. هجي ڪو واندو جو موڪل وٺي اچي ويهي. ڪئين مٺيون ڳالهيون ايتريون ٻڌايانس جو

ڪڏهن بہ ختم نہ ٿي سگهندي.

موجوده ادب جي رفتار ۽ اديبن جي محنت کي ڏسندي اهو آساني سان چئي سگهجي ٿو تہ سنڌي ٻولي جو آئندو اجرو آهي.

س: سنڌي ادب جي برصغير يا بين الاقوامي ادب سان ڪيتريقدر ڀيٽ ڪري سگهجي ٿي؟

ج: سنڌي ادب کي دنيا جي ڪنهن بہ ادب سان ڀيٽي سگهجي ٿو. ڪوبہ ماڻهو، ڪوبہ ماهو، ڪوبہ معيار آڏو رکو، توهان کي سنڌي ادب ان معيار تي پورو ملندو. ڪهاڻي هجي يا شعر، ناول هجي يا ڊراما، ريسرچ هجي يا ٻيو ڪجهہ، تعداد جي لحاظ کان گهٽ سهي، معيار جي لحاظ کان پورو يا ڪرو ملندو.

جن شعبن ۾ انسان پهتي آهيون، انهن ۾ پڻ تيزي ۽

ٽڪڙي ترقي ٿي رهي آهي ۽
جلد ئي اهڙا ڪوٽ پورا ٿي
ويندا.

س: ڪهڙن سببن اوهان کي
"شاعر" بڻايو؟

ج: ان ڳالهه تي ڪڏهن
مون به چڱيءَ طرح نه سوچيو
آهي، ٿي سگهي ٿو قوم کي ان
وقت هڪ عدد وڌيڪ شاعر جي
سخت ضرورت هجي.

س: سنڌ جي ادب کي
ڪيتري حد تائين "ڪمرشل"
ٿيڻ گهرجي؟

ج: "ڪمرشل" مان جيڪڏهن
اوهان جي مراد ادب جي
خوشحالي آهي ته پوءِ ان لاءِ
ڪا به حد مقرر ڪرڻ ناانصافي
ٿيندي. سنڌي ادب کي، معاشري
۾ مقام پيدا ڪرڻ لاءِ، پاڻ کي
۽ پنهنجن ٻچن کي خوشحال رکڻ
لاءِ، ادب جي وڌيڪ ترقيءَ لاءِ
"ڪمرشل" ٿيڻو ئي پوندو. ان
۾ ڪو به عيب ناهي. مون خود
"ڪمرشل" بنيادن تي ڪم
ڪيو آهي ۽ ڪيترن دوستن ته
مونکي "ڪمرشل باز" جو
پيارو لقب به عطا ڪيو.

مونکي انهن کان ڪا به
شڪايت ڪونهي. ڇو ته مونکي
خدا ان اندر جي چڱي پرجاڻ آهي.
جيڪڏهن شوڪت صديقي پنهنجي
ناول مان ئي لک روپيه ڪمائڻ
کان پوءِ به عوامي ليکڪ رهي
سگهي ٿو ته پوءِ علي بابا ۽
مشتاق شورو اهڙو ڇو نٿا
ڪري سگهن؟

س: سنڌين جي تمام پوئتي
پوڻ جا سبب ڇا آهن ۽ هاڻ
کين ڇا ڪرڻ گهرجي؟

ج: توهان کي ڪنهن چيو
آهي ته سنڌي پوئتي پيل آهن؟
ڇا ۾ پوئتي پيل آهن؟

اهي پراڻيون ڳالهيون آهن.
اجايا ڪامپليڪس آهن جن اسان
کي وڪوڙي ڇڏيو آهي. اسان
ڪنهن کان به پوئتي پيل ناهيون.

ضرورت آهي تعليم جي-
سڄاڳي جي- همت جي.

اهي پاڻ ۾ پيدا ڪيو-
سڀ ٺيڪ ٿي ويندو. (هلندڙ)

---

ڌرتيءَ سان محبت ۽ وفا جو
جيئرو جاڳندو اُهڃاڻ.

# دادا ڳُرداس واڌواڻي

ٻي وسيءَ ۾ سڀ يار پنهنجي ماءُ کي ڇڏي ڏورانهين ڏيهه هليا ويا.
پر ڪي اهڙا به هئا جي پنهنجي ڌرتيءَ ماءُ کي ڇڏي نه سگهيا.

جهاز جي ٽڪيٽ به ملي پر دادا سنڌ نه ڇڏي - اتي ئي رهيو.
اڄ عمر جي آخرين منزل اٿس - هي سنڌ جو سُڄاڻ صحافي
لکندڙ هي ٿو. پنهنجون پراڻيون "سارُون ٽيون" جي ڪانئس
وسري ئي نه سگهيون آهن.

۶- فيبروري تي ڪراچي پريس ڪلب ۾ دادا جي ڪتاب
"سارُون ٽيون" جي مهورت جي تقريب سنڌ جي مشهور افسانه نگار
مهتاب محبوب جي صدارت هيٺ ٿي رهي آهي -

سنڌ جي ڳائڻي عابده پروين پنهنجي عقيدت جي
اظهار طور هن محفل ۾ ڳائيندي.

## ڀرپور ايٽمي جنگ لڳڻ باٻت اڳڪٿيون



ڀرپور ايٽمي بين الاقوامي جنگ لڳڻ باٻت اڳڪٿيون ٿينديون رهيون آهن. پر هڪ نئين اڳڪٿي اها آهي ته ۵ آڪٽوبر تي ۱۹۸۲ع ۾ اها جنگ وچ يورپ مان شروع ٿيندي. ڪليل لفظن ۾، انهن ته روس، اولهه جرمنيءَ مٿان ۵- آڪٽوبر ۱۹۸۲ تي ايٽمي حملو ڪندو. جرمنيءَ جو سڄو اتالو، روس جي بيپناه طاقت جو بهرحال مقابلو ڪري نه سگهندو. روس جون فوجون جرمن ميدانن کي لتاڙي فرانس ۽ هالنڊ ۽ بيلجيم تائين پهچنديون ته ايستائين "نيٽو" ملڪن جون گڏيل فوجون روس کي منهن ڏيڻ لاءِ حملو ڪنديون پر روس جي طاقت اڳيان نيٽو فوجون ڪک پن وانگر وهي وينديون. ايتري ۾ روس جا لشڪر فرانس ۽ انگلنڊ جي سرزمين کي ناس ڪرڻ شروع ڪندا.

هڪ يورپي فوجي جنرل جي تيار ڪيل هڪ جائزي ۾ ان سوچ مطابق، ان کان پوءِ اندازو لڳايو ويو آهي ته نيٺ پوءِ آمريڪي لشڪر ۽ هٿيارن سان جوابي حملو ٿيندو. فوجي ماهرن جي سوچ مطابق امريڪي ساز و سامان ۽ ائٽمي هٿيارن سميت جڏهن فوجون يورپ جي زمين تي چڙهڻ لڳنديون، تڏهن روسي فوجون اڳ ئي پنهنجي بهتر حيثيت جو فائدو وٺي، انهن کي سمنڊ ۾ ٻوڙڻ ۽ جنگي سامان کي زبردست نقصان پهچائڻ ۾ ڪامياب ٿي وينديون. ليڪن تمام گهڻي تعداد ۽ مقدار ۾ هٿن ڪري امريڪي فوجون ۽ ساز و سامان يورپ تي پهچڻ ۽ اڳتي وڌڻ ۾ زياده دير نه لڳائيندو،

۱۲- آڪٽوبر ۱۹۸۲ع تائين مغربي طاقتون روس کي واپس ماسڪو ڏانهن ڌڪڻ ۾ ڪامياب ٿي وينديون. انهيءَ دوران روسي طاقت کي زبردست ڌڪ رسندو. ٻئي طرف ان دوران جراثيم ڦهليندڙ هٿيار هڪ ٻئي تي اڇلائيندا. روس جي طاقت ڪمزور ٿيڻ تي اوڀر يورپ جي ڪميونسٽ ملڪن مان سڀ کان اڳ پولنڊ بغاوت ڪندو. وچ ايشيا جا ترڪ ملڪ ۽ سائبريا، چين ۽ جپان سان شامل ٿي ويندا.

دنيا جا فوجي ۽ سياسي حلقا ان قسم جي فوجي اڳڪٿين تي جيڪر زياده توجه نه ٿا ڏين پر جون ۱۹۶۷ع جي عرب اسرائيل جنگ کان پوءِ اهو به ممڪن ناهي، جو، اهڙين اڳياس رپورٽن تي توجه نه ڏنو وڃي. جيئن ته ۱۹۶۷ جي مذڪور جنگ کان ڪافي وقت اڳ عوام کي هڪ رٽائرڊ جنرل محمود خطاب هڪ جائزي ۾ انڪشاف ڪيو ته هو اسرائيل لاءِ حملي جو وقت ۵- جون ۱۹۶۷ع جي صبح وارو، سڀ کان زياده سازگار هوندو. هن ان پنهي ڌرين جي تيارين وارن حالتن جو جائزو وٺندي اهڙي پيشنگوئي ڪئي هئي ته اسرائيل انهيءَ تاريخ تي گهڻي ڪري حملي جي خود شروعات ڪندو ۽ سڀ کان اڳ مصر جي سينائيءَ تي حملو ڪندو. هن اهو به اندازو لڳايو هو ته اسرائيل اردن درياءَ تائين پهچڻ ۽ گولان جي هاسي پهاڙن تي قبضي جي ڀرپور ڪوشش ڪندو نيٺ ٿيو به ائين!

ان ڳالهه جي روشني ۾ جڏهن مغربي ملڪ سوچين ٿا ته ۵- کان ۱۲- آڪٽوبر ۱۸۸۲ دوران واقعي روس ۽ يورپي - امريڪي طاقتن درميان طاقت جو توازن بگڙي ويندو، تڏهن هيڪاري دنگ رهجي ويا آهن.

هڪ ڳالهه جيڪا ايشيا ۽ آفريڪا لاءِ چتڪاري جو باعث ٿي سگهي، اها به مذڪور اڳڪٿي مان ظاهر آهي.

شمشيرالحيدري — اديي-آتم ڪٿا

# فقير بيان ڪري ٿو

[ شمشيرالحيدري اسان جو ڄاتل سڃاتل شاعر، اديب ۽ صحافي آهي. سندس زندگيءَ جي ڪهاڻي دراصل سنڌي ادب جي آتم ڪٿا آهي. سنڌ جي سمورين ادبي تحريڪن جي تاريخ شمشير جي ذڪر کان سواءِ اڻ پوري ۽ اڌوري لڳي ٿي. هن ماڻهوءَ سنڌي ٻولي ۽ سنڌي ادب لاءِ جدوجهد ڪندي پنهنجي عمر عزيز جو هڪ وڏو ڀاڱو صرف ڪيو آهي. سنڌي ادبي سنگت هجي، سنڌ ۾ ترقي پسند ۽ رجعت پسند اديبن جو جهڳڙو هجي، سنڌي ٻوليءَ جي بقا جو سوال هجي يا مسئلا هجي، هر هنڌ هن اڳواڻي ڪئي آهي. اڻٿڪ پورهيو ڪيو آهي، اکين جو نور نچويو آهي. بنا ڪنهن شهرت ۽ ناليچڪيءَ جي هن ماڻهو گمناميءَ ۾ رهي به وڏا ڪم ڪيا آهن. هن سلسلي ۾ اسان جا پڙهندڙ، اڌ صديءَ تي پکڙيل، سنڌ جي هيءَ ادبي روداد پڙهندا. ڪين خبر پوندي ته سنڌي ادب جو قافلو ڪهڙين اڻانگين واٽن ۽ پيچرن مان لنگهي هن ماڳ تي پهتو آهي. پنهنجي طرفان اسان اهو ضرور چونداسين ته هن ادبي آتم ڪٿا ۾ جن جن ماڻهن جو ذڪر ڪهڙي به نقطه نظر سان ڪيل هجي پر اسان پنهنجي دل ۾ انهن سڀني هستين ۽ بزرگن لاءِ نهايت عزت ۽ احترام جو جذبو رکون ٿا. اسان هي سلسلو نهايت خلوص دليءَ سان غير جانبدار ٿي پيش ٿا ڪريون. ان سلسلي ۾ هر ڪنهن وضاحت ۽ تبصري جي به برسات ۾ گنجائش رهندي. اميد آهي ته اڳتي هلي "فقير جو اهو بيان" هڪ تاريخي حيثيت حاصل ڪندو. ]

(ايڊيٽر)

ننڍا ماڻهو وڏهي پهچن، وڏا ماڻهو اٿي بيهن، ته فقير پنهنجو بيان ڪري.

هي بيان گذريل اڌ صديءَ مان ٿورا سال گهٽ واري عرصي دوران فقير سان پيش آيل واقعن تي ٻڌل آهي، جيڪو گذريل ڏهاڪو سالن کان سندس دماغ ۾ گهمندو رهيو آهي.

هونئن هي ايڏو طويل بيان لکڻ لاءِ گهٽ ۾ گهٽ هڪ سال تائين لڳاتار فقير کي پنهنجو دماغ ٽيبل تي رکڻو پوندو، ۽ پوءِ انهيءَ بيان کي لکائيءَ ۽ ڇپائيءَ جي ڪٺن مرحلن مان گذاري، ڪتابي صورت ۾ آڻڻ لاءِ غير محدود مدت لنگهي ويندي. تنهنڪري في الحال بيان جا ڪي ٿورا حصا ننڍين وڏن جي ڀلائيءَ خاطر، مختصر ۽ بي ترتيب صورت ۾، "برسات" ويلي پڌرا ڪجن ٿا.

گذريل ڏهاڪو سالن کان سفر ٿوڙي حضر ۾، انٽرويو توڙي آٽوگراف ويو ۾، ننڍا توڙي وڏا، فقير کي "سنڌي ادبي سنگت" جي تاريخ لکڻ لاءِ چوندا ۽ پڇندا رهيا آهن.

فقير "سنڌي ادب سنگت" جي مرڪزي تنظيم جي ابتدا کان وٺي ان جو ميمبر ۽ ڪارڪن رهيو ۽ ١٩٥٦ع واري شروعاتي وقت کان وٺي ١٩٦٦ع تائين ان جو سيڪريٽري جنرل رهيو، تنهنڪري ان دوران جيڪي ڪجهه سنڌي علم ادب، تعليم ثقافت جي ميدان ۾ وهيو واپريو، تنهن جو اکين ڏٺو شاهد آهي. ننڍين وڏن جو چوڻ ان ڪري بجا ۽ درست آهي. فقير پڻ به ان ڪري "سنگت" جي ڪهاڻي ۽ ڪي چٽي تيار ڪرڻ کي فرض پنهنجو سمجهيو آهي ۽ گذريل ٻن سالن کان گهربل مال مواد سهيڙڻ جو ڪم ڪندو رهيو آهي.

فقير انهيءَ سلسلي ۾ اڪل

۳ سو ڪاغذ ڳولي فائل ڪيا آهن ۽ اخبارن جون ٽيون الڳ جمع ڪيون آهن.

فقير جڏهن انهن کي ڪنهن خاص ترتيب ۾ آڻڻ جي ڪوشش ڪئي ته پنهنجو پاڻ کان وڇائجي ويو ۽ وڏي مشڪل سان جڏهن ساڳيءَ جڳهه تي موٽي آيو ته ڳالهه پنجاهن سالن بدران اڌ صديءَ تائين پهچي وئي هئي. نه رڳو ايترو، بلڪ انهن پنجاهن سالن واري عرصي اندر نه فقط "سنگت" بدران، ڳالهه سڄيءَ سنڌ جي ڏکوئيندڙ ماحول ۽ ماڻهن، ادارن ۽ تحريڪن تائين پهچي وئي. تڏهن فقير ڪجهه وقت تائين موڳو ۽ مونجهاري ۾ رهيو ۽ ڪنهن سٺائي وقت جو انتظار ڪرڻ لڳو، جنهن ۾ ڪو وڏي نم يا پپر جي ٿڌيءَ ڇانو هيٺ، ٽپهاري ٽاڻي ٿڌي ڇانئي ڪم ڪرڻ جو موقعو ملي.

هن وقت نم ۽ پپر پڻ پوڪجي ويا آهن. پر وڏا ٿين يا نه، تنهن جي خبر رب پاڪ کي.

جڏهن اها صورتحال آهي، تڏهن ترسو ته فقير پنهنجو هڪڙو شعر مبارڪ ارشاد فرمائي:

مستيءَ جو چڙهيا محشر ٿيندو،
عمر ته پوري ٿي پيئندي ني

فقير جي عمر اڌ صدي ايندڙ سيپٽمبر ۾ ٿي ويندي، باقي تڏهن نم ۽ پپر جي ٿڌي ڇانو نصيب ٿيڻ لاءِ پڻ اڌ صدي ڏيڻ لاءِ ڪو عزرائيل سڳورو ويٺل آهي ڇا؟

ڏيان ۽ ماڻ سان ٻڌو ته فقير اتي عبدالڪريم بلوچ جو هڪڙو لطيفو بيان ڪري.

عبدالڪريم بلوچ جي ڳوٺ کان ٻاهر جو هڪڙو پروچ هو، تنهن جو پاڻ رب پاڪ جي رضا ۽ قضا سان گذاري ويو. ڪنهن پڇيس ته ڇا ٿيو تنهنجي پاڻ کي، ڪيئن مئو؟ پروچ وراڻيو ته بس يار، اسان پاڻ پنهنجي ٻڌي هئي ڪانه، سو ملائڪ ماري ويس.

سو، جڏهن ٻڌي اسان ۾ آهي ڪانه، ته ملائڪ فقير کي به ماري ويندا. تڏهن ته سائين ميران محمد شاهه بادشاهه پڇاڙيءَ تائين بابر بادشاهه جو اهو بيت چوندو ويو ته:

"بابر بعيش ڪوش ڪه عالم
دوباره نيست!"

بابر کي ته عيش به نصيب ٿيو، پر فقير لاءِ هاڻي سڪڻي حياتي به شڪ جي عمر ۾ اچي وئي آهي. تنهنڪري جڏهن سيان مسٽر محمد يوسف شاهين "برسات" لاءِ لکڻ جي ڳالهه ڪئي، تڏهن فقير سوچيو ته انهن وڏن جي تاڪيد جي تعميل شروع ڪجي ۽ "ڪجهه" نه، ته "ڪجهه نه ڪجهه" ته لکي ئي وٺجي.

فقير جڏهن "سنگت" جي تاريخ لکڻ تي ويچار ڪندو هو تڏهن کيس ڳرامي صاحب جا گفتا ياد ايندا هئا، جيڪي هو ڪئين ڀيرا چئي چڪو هو. فقير جي دل چوي ٿي ته هتي ئي ڳرامي صاحب جي باري ۾ لکڻ شروع ڪريان، ته جيئن سنگت جي تاريخ جو هڪڙو خلاصو باب تيار ٿي پوي. پر اهو موقعو فقير اڳتي هلي وٺندو، ۽ هتي سندس رڳو اهي گفتا بيان ڪري ٿو جيڪي هو پنهنجي روايتي انداز جي قربائتي گار ڏيئي فقير کي "سنگت" جي باري ۾ چوندو هو. ڳرامي صاحب چوندو هو، "ڏوڙ آهي ادبي سنگت. ڪٿي آهي ادبي سنگت؟ اهو هڪڙو ٽون آهي جيڪو وينو مٿو ڪپائين. سڀ وڏا اديب شاعر تنهنجو ڪٽيو پيا ڪائين" پوءِ هو مرحيات وڏن اديبن شاعرن جا نالا وٺندو هو، انهن کي گاريون ڏيندو هو، سڀني جا ڪارناما ۽ حيثيتون بيان ڪندو هو، وغيره.

بزرگ جي انهن ارشادن جي روشنيءَ ۾، فقير کي سنگت جي تاريخ لکڻ جو طريقو سمجهه ۾ اچي ويو. انهن ئي گفتن جي اثر هيٺ، فقير پنهنجو نظم "پڙاڏو ورنڌ" لکيو، جيڪو "روح رهاڻ" ۾ ڇپيو ۽ جنهن جي هر هڪ بند جي وراڻي هئي: "سان ئي آهيان ساجد."

خير سان جڏهن ۱۹۵٦ع ۾ سنگت جي مرڪزي تنظيم لاءِ سنڌ مدرسي ۾ آل سنڌ ڪنوينشن ٿي گذريو، ته انهيءَ ڪنوينشن دوران ئي ڪن دوستن اختلاف پيدا ڪيو، ۽ پوءِ ڏينهن کان ئي مخالفت جو محاذ شروع ٿي ويو. مڙوڙو ۽ ٻيو سڀ احوال فقير اڳتي هلي بيان ڪندو. هتي رڳو ايترو ٻڌائيندو ته "مهراڻ" اخبار تڏهن ڪراچيءَ مان نڪرندي هئي، جنهن جو ايڊيٽر اسان جو لائق احترام بزرگ مولانا خيرمحمد صاحب نظامائي هو، جيڪو حال حيات آهي. نظامائي صاحب سنگت جي مخالفت ۾ ايڊيٽوريل لکيو، جنهن جو عنوان هو "هندوانه ذهنيت". پوءِ انهيءَ عنوان سان ڪيترو وقت مستقل ڪالم ايندو

رهيو. ان وقت حيدرآباد مان "ڪاروان" اخبار نڪرندي هئي. جنهن جو ايڊيٽر اسان جو پيو قابل احترام بزرگ سيد سردار علي شاهه مرحوم هو. شاهه صاحب پنهنجي اخبار ۾ ايڊيٽوريل لکيو، جنهن ۾ چيائين ته "سنگت" وارا نوان اديب رڳو "هندوانه ذهنيت". وارا نه آهن، بلڪ اهي ته باقاعدي "ملحدانه ذهنيت" رکن ٿا ۽ ايڊيٽوريل جو عنوان به رکيائين "ملحدانه ذهنيت" پوءِ وري ڪاروان ۾ به ڪيترو وقت انهيءَ عنوان سان ڪالم ايندو رهيو.

گرامي صاحب انهن ڏينهن جو حوالو ڏئي، فقير کي فرمائيندو هو ته "ملحد رڳو تون نه آهين. اهو سڄو فساد تنهنجو ڦهلايل آهي"، وغيره. پوءِ جڏهن مخالف جو ماحول گرم ٿيو، تنهن ۾ فقير پاڻ کي جوابدار طور پيش ڪري، پنهنجي طرفان صفائيءَ طور هڪ طويل نظم لکيو، جنهن جي هر هڪ بند جي ورائي هئي: "مان ئي آهيان ملحد" اهو نظم "روح رهاڻ" مان اڳتي هلي فقير ننڍن وڏن اڳيان پيش ڪندو. اهو نظم "سنگت" جي هڪ عام جلسي ۾، جيڪو بسنت هال حيدرآباد ۾ ٿيو هو، فقير پڙهيو هو ۽ فقير جي محترم دوست مرحوم رشيد احمد لاشاريءَ پنهنجي اردو ڪتاب "ادب کي آڙ مين" ۾ ترجمو ڪري ان تي ٽيڪا ٽپڻي ڪئي هئي. انهيءَ ڪتاب جي جواب ۾ ڪتاب "ادب کي نام پر" شايع ٿيو. اهو ڪتاب ڪهڙن فقيرن ڏٺو هو، تنهن جو احوال هي فقير اڳتي ڪندو.

گرامي صاحب جي ارشادن سان فقير کي سنگت جي تاريخ لکڻ جو طريقو هي سمجهه ۾ آيو ته جڏهن مک جوابدار هي فقير پاڻ هو، ۽ گهڻين ڳالهين جي ازل ۽ ابد جي خبر ٻئي ڪنهن کي ڪانهي، تڏهن فقير پنهنجي ئي باري ۾ پنهنجو بيان ڪري ته اڇا ڪارا پڌرا ٿي پوندا.

فقير پنهنجو اصل بيان ٻيءَ قسط کان شروع ڪري، تنهن کان اڳ سڀني ننڍين وڏن کي به چار ڳالهيون ٻڌائڻ ضروري ٿو سمجهي.

هڪڙي ڳالهه هيءَ آهي ته هي بيان فقير ان ڪري نٿو ڪري ته هو ان طرح پنهنجي تعريف ڪري. فقير کي حقيقت بيان ڪرڻي آهي ۽ بنيادي مطلب واقعن کي صحيح روپ ۾ پيش ڪرڻو آهي. پوءِ جيڪڏهن ڪي معاملا فقير جي تحريڪ ۽ تحرڪ سان وجود ۾ آيا آهن، ته اها فقير جي تعريف نه سمجهڻ کپي ۽ ان کي سندس انهيءَ فرض ادائيءَ ۾ شمار ڪرڻ کپي، جيڪا هو "سنگت" جي ڪارڪن جي حيثيت سان ادا ڪري رهيو هو ۽ تنهنڪري اهي ڪم سندس انفرادي کاتي ۾ نه بلڪ "سنگت" جي اجتماعي کاتي ۾ جمع سمجهڻ کپن، ڇو ته هو ان وقت پاڻ کي "سنگت" ۾ ضم ڪري رهيو هو، جنهن ۾ ساڻس سڄيءَ سنڌ جا سڀني طبقن جا ماڻهو ۽ "سنگت" جا ڪيترائي مخلص ڪارڪن ڪم ڪري رهيا هئا.

ٻي ڳالهه هيءَ آهي ته اسان وٽ سنڌ ۾، ڪن ٿورن کان سواءِ، گهڻي ڀاڱي ڪارڪنن ۽ اڳواڻن هڪڙي پاسي ڪو چڱو ڪم ڪيو آهي ته ٻئي پاسي برو به ڪيو آهي. مثال طور، مرحوم خانبهادر محمد ايوب کهڙي ڪراچيءَ کي سنڌ کان ڌار ڪرڻ جي معاملي تي قائداعظم جهڙي ماڻهوءَ سان به تڪرار ڪيو، پر ساڳئي وقت ون يونٽ ڊاهڻ وارو ناگوار عمل به سندس هٿان سرانجام ٿيو. سائين پير علي محمد شاهه راشديءَ هڪ طرف پنهنجي اطلاعات واريءَ وزارت دوران حيدرآباد ۾ ريڊيو جي اسٽيشن کولي ڏني، ته ٻئي طرف ون يونٽ ڊاهڻ ۾ به بنيادي ڪم ڪيو. مرحوم پير الاهي بخش سنڌ ۾ تعليمي ميدان ۾ شاندار خدمتون ادا ڪيون، ته وري ڪراچي سنڌ کان ڌار ڪرائڻ جو ڪم به ڪيو.

فقير جو ايمان آهي ته اهڙن بزرگن جي جنهن به عمل کي ماڻهو هن وقت چڱو يا برو سمجهن ٿا، سو هنن پنهنجي وقت جي صورتحال ۾ خلوص دليءَ سان صحيح سمجهي ڪيو هوندو. اهي فيصلا تاريخ اڳتي هلي ڪندي، پر فقير جو عرض اهو آهي ته سندس بيان ۾ به ڪن بزرگن ۽ دوستن جو اهڙو ئي ڊبل رول نظر ايندو، پر سندس مقصد ڪنهن کي ارادو ڪري چڱو يا مندو ظاهر ڪرڻ نه آهي بلڪ سندس بيان ۾ ننڍن ۽ وڏن کي جيڪا ڳالهه جئن ٿي آهي،

ٿيڻ ملندي.
فقير وٽ هر ڪنهن لاءِ عزت آهي، ۽ جن ماڻهن سان ادبي محاذ تي فقير جهيڙو لايو ويٺو هو، تن به جيڪي احسان ۽ مهربانيون ڪيون، جيڪي قرب ۽ شفقتون ڏيکاريون، تن جو بيان به فقير موقعي آهر ڪندو.
رب پاڪ کين خوش رکي.
فقير کي موڪل وٺڻ جي عادت ڪانهي. تنهنڪري پنهنجي بيان کي مسئلو بند ڪري ٿو. في الحال.
هاڻي نئين ماڻهو پاڻي اٿي بيٺا ۽ وڏا ماڻهو پاڻي ويٺي رهن. (هلندڙ)

# ٽي. بي سينيٽوريم ۾

# گل محمد کتريءَ

# جو آخري مونولاگ

ٽي. بي سينيٽوريم ۾ گل محمد کتري جو آخري مونولاگ

نصير مرزا

بند مٺ منجهه گهڻجي پيو پوپٽ جو ساهه.
سڀ رنگ رهجي ويندا منهنجا
يا خدا!
تنهنجيءَ هن اڻ رنگ ڦڪي دنيا ۾!

نيل وهي پيو ڪمندو ڏيٺي سان
پيرنهن ڪان، نڙگيٺ ڏانهن
اچي پيو وڌندو ڌڪندو
مرڻيو جو احساس
”تون“ به ته ناهين پاس
هيڏي مٺ جي بند مٺ ۾
ڪومايل ڦولن جو ڏيٺي گلدستو
موت جي ڏاکڻ ڏاکن تي
پيلا پيلا پئي ڦهلائي
وو جانان ... او جانان،
هاي وٺي آهين ڪيڏانهن؟

... ۽ هي ڪير اچي پيو وڌندو
منهنجي ڏيري ڏيل ڏي
ڪنهن جي پيرن جو هي آواز آهي
ڪير آهي ... ڪير آهي؟



مٺ سگهڻي!
مان وٽ منهنجي مڙهي ۽ بيمار ڪان
اي برڪت دعائون ۽ ولائون
مون وٽ هاڻ بچو ئي ڇاهي
ڪجهه به ته رهيو ناهي مون وٽ
برش قلم ۽ رنگ پليٽ
ڪينوس ڪتاب ڪويتائون
سڀ ڪجهه وبون اڏاري منهنجو
تيز هوائون!

ڳتل ڳتل رت هاڻيون الميون
جئي چڪيون ڪاربون بليون
جاڻ پيڪڙ جي ويندين هڙئي
جيون — محل جون ڪليل دربون.

منهنجي ”بيڊ“ جي چوڌاري
هي ڪوهيڙو ڇاجو آهي؟
شايد ڪو طوفان اچڻ وارو آهي
درياءَ جا پردا لڏن پيا

دريا جي هن پار جتي گل ٽڙن پيا
پار اڪاري سون کي
هن ڪجگاهه انڌيري رات ۾ جانان ..
تنهنجو هٿ ڪٿي آهي.
[ پرهه ڪٿي آهي]

ڪو ته پڙاڻي: ڪو ته ڳالهائي:
سيراندي ڪان ڪلهل درياءَ ۾
چنڊ جتي اينو آهي
سج ڪڏهن چڙهندو!؟
صبح ڪڏهن ٿيندو!؟
صبح
ڪڏهن
ٿيندو ...!

## تاج بلوچ

# ساوڻي سانجهه جا ڪنڌ ڙجهڪا

### سائين محمد ابراهيم جوئيي سان ملهايل شام ۾ پڙهيل

’تو، هن ڪي ويجهي ڪان ڏٺو آهي، انڪري تون هن تي ٻين ڪان بهتر لکي سگهين ٿو.‘ دوستن، حجت ۽ قرب مان ڪوٺ ڏيندي چيو. چيم، ’ان ۾ ڪو شڪ ناهي ته مان گذريل ڪجهه عرصي ڪان، کيس ويجهو رهيو آهيان.‘ سوچ جي ٻي ڪڙي: ’پر مونکي اها به ڄاڻ ڪانهي ته منهنجي هن سان، ڀيرين ڪڏهن ٿي هئي ۽ ڪهڙي سڃاڻ ساڻس، سڃاڻ ڪرائي هئي؟‘

سوچ جو هڪ سلسلو :

’اين.جي.وي، هاءِ اسڪول جي عمارت جي، سرونٽ ڪوارٽرن جي پاسي واري هيٺين حصي ۾، مون هن کي سنڌس آفيس ۾ ڪم ڪندي ڏٺو هو.‘

هڪ آواز :

’هي اهو شخص آهي، جيڪو پيڙيل ۽ مظلوم قوم جي ڇوٽڪاري لاءِ، هڪ پيڙهي تيار ڪرڻ جي ڌن ۾، جاکوڙ ڪري رهيو آهي.‘

انهن ڏينهن ۾، مان پنهنجي راڄ جي ڀوئين ۽ سامراج جي تازي شوشي، ’پيڙهي- وڇوٽي‘ جي تبليغ ۾ رڌل هوس. جنهن به شخص جي منهن ۾ ڀريا ڏسندو هوس ته، مون کي اهو ماڻهو، ڀوتني ياڄ ڪائيندو ۽ ندي خارج خيالن جو لڳندو هو.

هڪ ڀيري منهنجو، سنڌس آفيس واري پاسي ڏانهن وڃڻ ٿيو هو ۽ سنڌس آفيس جي ڪاريڊور مان ٿيندي، دل ۾ خيال آيو هو ته ساڻس ڪچهري ڪجي، پر مون سنڌس ڪمري ۾ وڃڻ ڪان لنوايو هو.

’ڇو ته ساڻس ملڻ ڪان ڀڄين ٿو؟‘ اندر مان هڪ آواز آيو هو.

مان اندران آيل سوال جي موٽ به نه ڏيئي سگهيو هوس– ۽ پوءِ گهٽين ڏينهن ڪان پوءِ هڪ ميڙ ٿيو. جنهن ۾ ڪيترائي دوست آيا. هو به انهن ۾ شامل هو. ماڻهو، سڀ ڪان نرالو– اهم ۽ پاڇهارو.

’تون ته صفا ڀوڪ – بصر آهين.‘ خاموش ۽ گنڀير وايومنڊل ۾، اسان جو هڪ پيو پيارو ۽ البيلو ساٿي، پوهو ڪنهن سان اٽڪي پيو هو.

اڙڏا، اڙٻنگ، گاريال ۽ ڏاڍا ماڻهو، منهنجو آدرش ٿي رهيا آهن. ان ڪري مون به ڀرئين ٿي گڏجاڻيءَ ۾ پوهوءَ سان اٽڪڻ جي ڪئي هئي.

’اڙي بس ڪر لوفر!‘ پر پوهوءَ، مون کي آڻ ٿي نه ڏنو هو.

’پوهو، ڏاڍائي ڇڏ – دوست توسان ڪڏهن نه قرب، اخلاق ۽ عقل سان ڳالهائي ٿو ۽ تون کيس ڪتا لفظ ٿو ڪڍين؟‘ هن پنهنجي نور سان ڀرئل چهري ۾ گهنڊ وجهي، پوهوءَ کي پيار وارو دڙڪو ڏنو هو– ۽ پوءِ پوهو سمورا ليڪا لتاڙي ويو هو– خبر پئي ته پوهو، تاج بلوچ جو اڳيون جنم ۽ آل – پروف آهي.

.... ۽ پوءِ، هن سان هر جمعي جي ڀوپاڙيءَ جو نئين سنڌ اسيمبليءَ جي عمارت يا ميٺارام هاسٽل جي ڪنهن به سڄڻ جي ڪمري تي گڏجاڻيون ٿينديون رهيون.

هن جي ويجهي اچڻ سان، من جو وايومنڊل، ٻرڻ لڳندو هو :

’هي اهو شخص آهي، جيڪو پيڙيل ۽ مظلوم قوم جي ڇوٽڪاري لاءِ، هڪ نئين پيڙهي تيار ڪرڻ جي ڌن ۾ جاکوڙ ڪري رهيو آهي.‘

۽ پوءِ هڪ ڏينهن اهڙو به آيو جو آئون ’پيڙهي – وڇوٽيءَ‘ جي ڌپاري فاسڪي ڪان ڪڇڪ تي وڃي پهتو هوس. خيال هوم

نه سائس وڏي ڪچهري ٿيندي پر ائين نه هو. هو ڏاڍو ڳنڀير، ڳوڙهو ۽ ٻاجهارو هو. هن جي ذات ۽ ڏاهپ، ماڻهوءَ کي موهڻ سان گڏ، پنهنجي پاڻ ڏانهن به ڪري ڇڏيندڙ هيون.

گذريل ڪجهه عرصي کان مان هن جي ڪچهرين ۾ ويندو رهيو آهيان. هن کي پوريءَ ريت سمجهيو به ناهي. هن جي قرب، ٻاجهه ۽ پنهنجائپ جي پاونائن جي ٻاڇي ۾ ويهڻ جي آسيس پڻ ماڻي چڪو آهيان ۽ سندس ذات ۽ ڏاهپ وارا پهلو پڌرا ناهن. پر سچ پڇو ته آئون پوري هڪ مهيني کان لفظن جي روپ نگر ۾ ڀٽڪي رهيو آهيان ته مان ڪي جملن جون اهڙيون مالهائون ملن، جيڪي سندس جيڏي اتاهه ڏاهپ رکندڙ، هن پلي انسان جي نذر ڪري سگهان ۽ ڪو اهڙو حوالو به نٿو سجهي، جو سائس، پنهنجي نسبت جي سڃاڻ ڪرائي سگهان.

شعور جي وهڪري ڪان آجي هڪ تاريخي تمثيل.

افلاطون جنهن اڪيڊميءَ ۾، اميرن جي ٻارن کي پاڙهيندو هو، اتي ڪيس اهڙي نينگر جي ضرورت پئي، جيڪو نه رڳو ٻارن کي پاڻي پياري سگهي، پر سنهو سنهو ڪم پڻ ڪري سگهي.

افلاطون جڏهن ٻارن کي پاڙهيندو هو ته، ان نينگر کي ڪلاس روم ۾، ويهڻ جو امر نه هو. چوڪرات ڪلاس روم جي بند دروازي جي ٻاهرين ننڍين ڏاڪڙين تي ويهندو هو پر نينگر جو سمورو ڌيان ڪلاس اندر هوندو.

پڙهائي جي ڪجهه حصي پوري ٿيڻ کان پوءِ، افلاطون، پنهنجي شاگردن کي، علم جي اهميت تي، پنهنجن خيالن پيش ڪرڻ جي نينڍ ڏني. ان ڪلاس ۾ اڄ جيان شهر جا مک ماڻهو ۽ ٻارن جا امير مٽ - مائٽ پڻ موجود هئا.

اميرن جا ٻالڪ، واري واري سان آيا ۽ ڏڪندڙ ٽنگن ۽ ڪنبندڙ آواز ۾ پڙهي ٻول ٻولي ويندا رهيا. پنهنجي شاگردن جي اها حالت ڏسي، افلاطون ڏاڍو ششدر ٿيو ۽ ڪيس وهم وڪوڙي ويا ته، شايد سندس علم ۽ ڏاهپ ۾ ڪا کوٽ آهي.

اڪيڊمي ۾ ڪم ڪندڙ ٻالڪ، افلاطون جي پريشانيءَ تي پريشان ٿي ويو.

’سائين، جيڪڏهن موڪل ملي ته آءٌ به ڳالهايان.‘

افلاطون، نينگر ڏانهن، اچرج ۽ ڪاوڙ ۾ ڏٺو:

’مون توکي هڪ حرف به نه پاڙهيو آهي- توکي ڳالهائڻ جي ڪيئن ٿي موڪل ڏيئي سگهجي؟‘

’سائين، مون اوهان جا سمورا سبق ٻڌا آهن. فرق رڳو اهو آهي ته مون اوهان جون تقريرون ۽ درس، دروازي جي ٻاهران ڏاڪڻين تي ٻڌا آهن، ٻالڪ وراڻيو.

افلاطون، جيڪو پنهنجي امير شاگردن جي، علم سان چاهه نه هئڻ ڪري، مايوس ٿي چڪو هو، چيائين:

’مان، هن نينگر جي علم ادراڪ ۽ تقرير جي فن جي، ڪنهن به ريت ساک نه ٿو ڏيئي سگهان. پر جيئن هن چيو آهي ته هن منهنجون سموريون تقريرون، سبق ۽ درس ٻڌا آهن ۽ شايد هن کي پڪ به آهي، انڪري مان هن نينگر کي، اوهان آڏو، مقرر ڪيل اصولن ڳالهائڻ جي موڪل ڏيان ٿو.

نينگر ادب ۽ اعتماد سان اٿيو ۽ ڪلاڪن جا ڪلاڪ علم جي فضيلت تي، پختگي ۽ دانائيءَ سان ڳالهايو- هن جي لهجي ۾ افلاطون جو رنگ جهلڪي رهيو هو.

ٻالڪ افلاطون سميت، سڀني کي موهي ڇڏيو. بعد ۾ افلاطون ويٺل ماڻهن کي مخاطب ٿي چيو:

.... منهنجي پڙهائڻ جي ڍنگ ۽ منهنجي ڄاڻ ۾ ڪائي گهٽتائي ناهي- ڏوهه شاگردن جو آهي، جن منهنجي درس کي نه سمجهيو نه پروڙيو- پر هن ٻالڪ جي گفتگو، انهن ڳالهين کي ظاهر ڪري ٿي، جنهن سان هن اهو ڪجهه حاصل ڪري ورتو، جيڪو مون ٻين شاگردن کي ڏيڻ ٿي چاهيو.‘

گڏجاڻيءَ جي پڄاڻيءَ تي افلاطون نينگر کان پڇيو:

’ڇا تون مون ڪان وڌيڪ پڙهڻ ٿو چاهين؟‘

’سائين، منهنجي خوش بختي ٿيندي....!‘ نينگر وراڻيو.

اهو ٻالڪ ارسطو هو.

اسان جون افلاطون اسانوٽ موجود آهي. يونان جي افلاطون هڪ ارسطو پيدا ڪيو، پر اسان جو افلاطون هڪ پيڙهي تيار ڪرڻ جي جاکوڙ ۾ رڌل آهي. اهڙي پيڙهي جيڪا مظلوم، ڏتڙيل ۽ ڏکي انسانيت لاءِ ڇوٽڪاري جو ڪارڻ بڻجي.

۽ دوستن، مون کي شايد ان ڪري، ڳالهائڻ جي دعوت ڏني آهي جو منهنجو هن سان، هڪ نالائق شاگرد وارو رشتو آهي.

# زالن جو فلڪر

آمريڪا ۾ مشهور فلڪر شيور کي پاڪستان ۾ پهريون دفعو ٽريٽ ڪارپوريشن لميٽيڊ متعارف ڪيو آهي. فلڪر زالن جي غير ضروري وارن لاهڻ لاءِ هڪ خاص ڪاريگريءَ ۽ هنر سان ٺاهيل اوزار آهي. فلڪر زالن کي وار لاهڻ جو هڪ

نئون برابر اهو پروسيس جوکو آهي.

فلڪر مردن جو ڪاٽي ناهي. اهو اهڙيءَ طرح ٺاهيو ويو آهي جيئن زالون گهرن ٿيون. فلڪر جي بليڊ جي ڌار کي وار جيان سنهڙي تار سان چاليهه ڀيرا ويڙهيو ويو آهي ته جيئن اهو هڪڙي طرف چمڙيءَ

پهريون مورڳ تو ڏئي ۽ نه ورڻي وار لاهڻ کان پوءِ چمڙيءَ تي ڪوبه ڇيڪار اڀري ٿو ڇڏي. هر ماس کي اڳوڻي جهڙي نرم ۽ پهرين موسمنڊڙ وارن کي قدرتي نموني ۾ ڪنٽرول ڪري ٿو.

فلڪر ۾ پوءِ وار لاهيندڙ ڪريمن وانگر تيزاب مليل ناهي.




نئون انداز، هڪ نئون تخيل ۽ هڪ نئون تجربو پيش ڪري ٿو. فلڪر شيور انهن سڀني شين کان نرالو آهي جيڪي وارن لاهڻ لاءِ هن وقت تائين ٺاهيون ويون آهن. سڄي دنيا ۾ هڪ پئي کان وڌ سٺين پرشڪوه شين جون ڳولائو ۽ سٺو ذوق رکندڙ عورتن فلڪر شيور کي هر طرح آزمائي ڏٺو

جي چمڙيءَ جي سنڀال ڪري سگهي ۽ ٻئي طرف سولائي سان وار به لاهي سگهي. هي ريزر انهن جاين تائين سولو پهچي وڃي جتي مرداني ريزر جي پهچ ناهي. فلڪر شيور ڪل نه ٻر رکو وار ٿو لاهي.

فلڪر جو ڪمال اهو آهي ته اهو نڪو کهرا وار

ان ڪري اهو. چمڙيءَ لاءِ نه جوکائتو آهي ۽ نه ڇيڪار آهي. ان کانسواءِ فلڪر جو شيو ديرپا، ڪفائتي ۽ ترت ٿئي ٿو.

فلڪر سان وارن لاهڻ سان هڪ نئون احساس ۽ هڪ نئون تجربو ملي ٿو. سادو، صاف ستٿرو، ڪفائتي ۽ زالاڻي مزاج مطابق.



# فلڪر

## خواتين جو شيور جيڪو
## خاص ڪري عورتن لاءِ
## ٺاهيو ويو آهي



فلڪر مردن جو ريزر ناهي جنهن تي صرف
خوبصورت رنگ چاڙهيل هجي بلڪ
فلڪر فقط زالن لاءِ ئي ٺاهيو
ويو آهي. ان ڪري هي صرف وارن لاهڻ تي
ڪم ڏيندو.



فلڪر بليڊ جي ڌار کي اسان وارڪان ۾ سنهڙي تار سان
چاليهه پيرا ائين
ويڙهيو آهي جو
اها بليڊ کي چمڙي کان
بچائي ٿي ۽ ٻه ڪري ۾ صاف سٿرو شيو بڻي سگهي



هڪ ئي ۾ پنجن بليڊن جي پيڪ
ملي سگهي ٿو- جڏهن ته
ٽئين بليڊ جي ڪمري تتي نه
پيڪيٽ ۾ ڏسو ل
سمجهاڻي موجب فقط ڊائل ڦيرايو




# فلڪر

فلڪر ولايتي- سولي ۽ صاف سٿري
ڪفايتي شيو جو نئون نمونو اختيار ڪريو

پاڪستان ۾ وڪڻندڙ نريٽ ڪارپوريشن لميٽيڊ

PRESTIGE F.L.S.354.12.81




# ڄاڻيٽي

## انسائيڪلوپيڊيا



# سڄي عالم جُون ڏند ڪٿائون

يوسف شاهين

وينس]
APHRO

# افروڊائيٽ
# ديويءَ جون
# صفتون

حسن ۽ عشق جي ديوي، جنسي جذبن جي علامت، وفاداريءَ کان اڻ ڄاڻ، ملاحن ۽ مهاڻن جي ديوي، سموري نباتات زرخيزيءَ جي ديوي، جانورن ۾ جنسي ڪشش ۽ ڇڪ پيدا ڪندڙ، مائهن جي ڄمر، شادي ۽ گهريلو زندگيءَ جي اڳواڻ، باغن جي ديوي، زمين ۽ آسمان مان پيدا ٿيندڙ زرخيزيءَ جي علامت، عشق حقيقي ۽ عشق مجازي بخشيندڙ، عام انسانن ۾ محبت ۽ جنسي ڪشش پيدا ڪندڙ، ڪنهن کي ڪنهن مان به عشق ۾ ڦاسائڻ تي قادر، عاشقن ۽ معشوقن جي مددگار، سڀني ديوين ۾ حسين ترين، بيحد انتقام پسند، ٻارهن مکيه اولمپائي ديوتائن منجهان هڪڙي.

آرسي، گلاب جو گل، پوست جو ٻوٽو، ميندیءَ جو وڻ، صوف جو ميوو، هنج پکي، ڳيرو پکي، ڊولفن مڇي ۽ گهيٽو سندس مقدس نشان آهن. قبرص ٻيٽ ۾ پيفاس جو شهر به هن لاءِ مقدس آهي.

افروڊائيٽ ديويءَ کي سندس ڄمڻ جي لحاظ کان اناڊايوميني (سمنڊ مان ابرندڙ)، سائيٿيريا پيڃين ۽ سائپرس (قبرصي) جي نالي سان سڏيو ويو آهي. کيس يوپلوئيا EUPLOIA (سٺائو سامونڊي سفر بخشيندڙ) ۽ گاليناڀا GALENAEA (سٺائي واءَ جي ديوي) جي نالي سان به سڏجي ٿو. افروڊائيٽ کي روم جا ماڻهو ”وينس“ جي نالي سان ياد ڪن ٿا.

## افروڊائيٽ ديويءَ جي پيدائش

افروڊائيٽ کي، يوناني شاعر هومر، زوس ديوتا جي ڌيءَ ڄاڻايو آهي، جيڪا کيس ڊائيني زال ڊائيونيءَ مان پيدا ٿي. افروڊائيٽ جي ڄمر بابت، هومر جي ان نظريي کي عام طور قبول نٿو ڪيو وڃي. يوناني شاعر هيسئڊ جي چوڻ موجب، افروڊائيٽ سمنڊ جي جهڳيءَ مان پيدا ٿي. سمنڊ جي جهڳيءَ کي يوناني ٻوليءَ ۾ افروس APHROS چون ٿا. افروڊائيٽ جو نالو به افروس اکر مان نڪتل آهي. هيسئڊ جي ڪٿا مطابق، ڪرونس ديوتا، پنهنجي پيءُ ”يورانس“ کان آسمانن جو اقتدار ڦرڻ لاءِ جنگ جوٽي. آخر هن پنهنجي پيءُ کي گرفتار ڪري، سندس ڪجها عضوا وڍي، قبرص يا سائيٿيريا جي پيفاس شهر ويجهو سمنڊ ۾ اڇلايا. يورانس جي ڪجهن عضون ڪرڻ شرط، سمنڊ ۾ لهي پيدا ٿيس ۽ پوءِ ان جهڳيءَ مان افروڊائيٽ، حسن ۽ جوڀن جي جوت ۾ جڳ مڳ ڪندي اکيون اگهاڙي، نڪري نروار ٿي. جڏهن هوءَ ترندي خشڪيءَ تي آئي ته سندس ڪس ۾، هرطرف گل ڦل ڦٽي پيا.

> افروڊائيٽ جي حسين ترين هئڻ بابت
> پئرس جو فيصلو (JUDGEMENT OF PARIS)

ڪائنات جي حسين ترين ديوي ڪير آهي؟— ان ڳالهه تان افروڊائيٽ، اٿينا ۽ هيرا ديويءَ ۾ جهيڙو ٿي پيو. آخر اهو معاملو زوس ديوتا جي اڳيان آندو ويو. هن حڪم ڏنو ته، اهو فيصلو ”پئرس“ نالي هڪ حسين جوان کان ڪرايو وڃي جيڪو ٽراءِ جي بادشاهه ”پريام“ جو پٽ آهي ۽ ايدا جبل وٽ رڍون چاري رهيو آهي. زوس ديوتا جي خواهش مطابق، هي ٽيئي حسين ترين ديويون، هرمس ديوتا سان گڏجي، پئرس وٽ پهتيون ۽ پنهنجو فيصلو ڪرائڻ جي خواهش ظاهر ڪيائون. فيصلو ٿيڻ کان اڳ، هيرا ديويءَ پئرس کي لالچ ڏني ته، اگر کيس حسين ترين قرار ڏيندو ته، هوءَ سڄي روءِ زمين جي بادشاهي سندس حوالي ڪندي. اها حالت ڏسي، اٿينا ديوي پئرس کي ذهانت، عظمت ۽ جنگ ۾ فتحمنديءَ

جي ڏات بخشش جي آڇ ڪئي. افروڊائيٽ ڏٺو ته هو ٻئي ديويون پنهنجي حق ۾ فيصلو ڪرائڻ لاءِ لالچ ڏئي رهيون آهن، ته هن پئرس کي دنيا جي خوبصورت عورت "هيلن" ڏيڻ جو واعدو ڪيو، جيڪا اسپارٽا جي بادشاهه جي زال هئي. پئرس ان آڇ تي ڍرو ٿي پيو ۽ افروڊائيٽ کي "ڪائنات جي حسين ترين ديوي" قرار ڏنائين. درحقيقت، هوءَ ان اعزاز جي لائق به هئي.

پوءِ واعدي مطابق افروڊائيٽ، اسپارٽا جي بادشاهه جي زال "هيلن" کي ڀڄائڻ ۾ پئرس جي مدد ڪئي. پئرس دنيا جي ان حسين ترين عورت کي اغوا ڪري، پنهنجي رياست "ٽراءِ" ۾ ڪڍي آيو. اسپارٽا جو بادشاهه پنهنجي زال هيلن واپس وٺڻ لاءِ زبردست يوناني فوجن سميت، ٽراءِ تي ڪاهي آيو. هنن ٻنهي ڌرين ۾ خوفناڪ جنگ لڳي، جا ڏهه سال جاري رهي. (هيءَ جنگ ٽروجن وار (TROJAN WAR) جي نالي سان سڄي دنيا ۾ مشهور آهي.) ٽراءِ وارن کي زبردست شڪست نصيب ٿي. اسپارٽا جو بادشاهه پنهنجي زال واپس وٺڻ ۾ ڪامياب ٿيو. هن ڪاوڙ ۽ نفرت وچان، ٽراءِ جي شهر کي باهيون ڏئي مڪمل طور ساڙائي ڇڏيو. ٽراءِ جي بادشاهه کي پٽن ۽ ڌيئرن سميت قتل ڪيو ويو. خود پئرس به جنگ دوران سخت زخمي ٿيو ۽ آخر مري ويو.

## افروڊائيٽ جي شادي ۽ هنجا عشق

* سونهن، سوڀيا ۽ محبت جي هن ديويءَ جي شادي زوس ديوتا جي پٽ "هيفائسٽس" نالي هڪ ديوتا سان ٿي، جيڪو ڀڄڙي شڪل وارو ۽ پيرن کان منڊو هو. هيفائسٽس جڏهن پيدا ٿيو هو ته هن جي ماءُ کيس سمنڊ ۾ اڇلائي ڇڏيو، ڇاڪاڻ ته هو شڪل صورت جو تمام پوائتو هو. هيفائسٽس لاءِ چيو وڃي ٿو ته هو زوس جو ناجائز پٽ هو.

* افروڊائيٽ، ڪيترن ئي ديوتائن ۽ انسانن سان عشق ڪيا ۽ انهن سان جنسي تعلقات قائم ڪيائين. هوءَ زوس ديوتا جي پٽ "اريز" ديوتا سان ڪري پيئي. ان ڳالهه جي سڌ، سج ديوتا هيلوس، سندس مڙس هيفائسٽس کي ڏني. جيڪو پنهنجي پلنگ تي لوهي ڄار لڳائي، لڪي ويهي رهيو. پوءِ جيئن ئي افروڊائيٽ ۽ ارس ديوتا پاڻ ۾ عيش عشرت ڪرڻ لڳا ته هيفائسٽس کين قابو ڪري، بيحيائيءَ واري حالت ۾، سڀني ديوتائن اڳيان ڪڍي آيو ته جيئن هو به اهو تماشو ڏسن. آخر، زوس جي ڀاءُ پوزيڊان ديوتا وچ ۾ پئي، ارس تي ڏنڊ وڌو. اهڙي طرح افروڊائيٽ تان اها خواري ختم ٿي. افروڊائيٽ ديويءَ کي اريز ديوتا مان ٽي ٻار هارمونيا، فوبس ۽ ڊيموس پيدا ٿيا.

زوس ديوتا جو ٻيو پٽ "هرمز" به افروڊائيٽ تي عاشق ٿي پيو. پر افروڊائيٽ هن جي قبضي ۾ نه آئي. آخر، زوس ديوتا پنهنجي پٽ جي مدد ڪرڻ لاءِ سندس عقاب پکيءَ کي موڪليو، جيڪو افروڊائيٽ جي جتي کڻي آيو. زوس اها جتي هرمز جي حوالي ڪئي. افروڊائيٽ جتي حاصل ڪرڻ لاءِ پڻ طور، پاڻ کي هرمز جي حوالي ڪرڻ لاءِ راضي ٿي. هنن ٻنهي جنسي تعلقات قائم ڪيا. نتيجي طور کين "هرم افروديٽس" پيدا ٿيو، جيڪو هڪ ئي وقت عورت ۽ مرد هو.

* افروڊائيٽ ديويءَ پڻ انسانن ايڊونس ۽ اينڪائسس سان به جنسي تعلقات قائم ڪيا. اينڪائسس مان کيس اولاد به ٿيو، جن روم شهر جو بنياد وڌو.

* افروڊائيٽ، زوس جي ٽئي پٽ ڊائينوسس" سان به عشق ڪيو، جنهن مان کيس "پرائي پس" نالي پٽ ڄائو. پرائي پس لاءِ چيو وڃي ٿو ته هو افروڊائيٽ کي ڊائينوسس مان نه بلڪ هرمز مان پيدا ٿيو هو.

* افروڊائيٽ، زوس جي ڀاءُ "پوزيڊون" سان به محبت ڪئي ۽ ساڻس جنسي تعلقات رکيا. نتيجي طور، هن کي "ابريڪس" نالي پٽ ڄائو.
* افروڊائيٽ جو ٻان ديوتا سان به عشق ٿيو، ۽ ان سان به جنسي تعلقات رکيائين.

# افروڊائيٽ - انتقام وٺندڙ ديوي

افروڊائيٽ ديوي، ڏاڍي انتقام وٺندڙ هئي، جيڪي ماڻهو نافرماني ڪندا هئا، يا پاڻ کي وڌيڪ سهڻو سڏيندا هئا، تن مٿان قهر نازل ڪندي هئي.

* قبرص جي بادشاهه ”سائنيراس“ جي ڌيءَ ”مرها“ پڻ لاءِ، افروڊائيٽ کان به وڌيڪ خوبصورت هئڻ جي هام هڻي. هن افروڊائيٽ جي بندگي به ڪرڻ ڇڏي ڏني. ان ڳالهه تان ڇرجي، افروڊائيٽ مرها کان انتهائي ڀوائتو ۽ لڱ ڪانڊاريندڙ انتقام ورتو. هن مرها کي سندس پيءُ جي عشق ۾ مبتلا ڪري ڇڏيو. اهڙي طرح، پيءُ ۽ ڌيءَ پاڻ ۾ ناجائز جنسي تعلقات قائم ڪيا. نتيجي طور، هن کي ائڊونس (ADONIS) نالي پٽ ڄائو، جيڪو انتهائي خوبصورت هو. افروڊائيٽ ان ٻار کي ڪٺي وجهي پرسي فون ديويءَ وٽ لڪايو. ائڊونس جڏهن جوان ٿيو ته پرسي فون ديوي ۽ افروڊائيٽ ٻئي هن تي عاشق ٿي پيون. ان ڇڪتاڻ سبب هنن ٻنهي ديوين ۾ سخت ويڙهه ٿي. آخر زوس ديوتا، فيصلي لاءِ ميدان ۾ آيو. هن ٻنهي ڌرين جي ڳالهه ٻڌڻ کان پوءِ، فيصلو ڪيو ته ائڊونس سال جا چار مهينا پرسي فون وٽ ۽ ٻيا چار مهينا افروڊائيٽ وٽ گذاريندو. باقي چار مهينا ائڊونس تي ڇڏيائين ته، هو جنهن وٽ به چاهي، ان سان رهي. ائڊونس باقي چار مهينا به افروڊائيٽ وٽ ئي گذاريندو هو.

* افروڊائيٽ، سڀ کان وڌيڪ خوفناڪ انتقام هپوليٽس کان ورتو، جنهن اها پڪ هئي ته مٿس ڪنهن جي به محبت جو جادو نٿو هلي سگهي. افروڊائيٽ هپوليٽس جي مائٽجي ماءُ فائيڊرا کي سندس محبت ۾ قابو ڪري ڇڏيو. هپوليٽس پنهنجي ماءُ سان ناجائز تعلقات قائم ڪرڻ کان انڪار ڪيو. نتيجي طور سندس ماءُ مٿس لڄ لٽڻ جو الزام هڻي خودڪشي ڪري ڇڏي. هپوليٽس جي پيءُ کي جڏهن اها خبر پئي ته هن پنهنجي پٽ کي پاراتو ڏئي ملڪ مان نيڪالي ڏئي ڇڏي. هپوليٽس جي ڀاڄائي ڏاڍي ڏکدائڪ ٿي.

* افروڊائيٽ تان ”ڪيلو“ نالي هڪ ٻيوز ڇڙون ڪنهن جيو ته هوءَ ديوي ٿي ڪري



افروڊائيٽ ديوي

هڪ انسان ”ايڊونس“ جي عشق ۾ ڦاسي پيئي آهي. افروڊائيٽ، جوابي ڪارروائي ڪندي، ان ڇوڪري ”پيرس“ نالي هڪ انسان جي عشق ۾ قابو ڪري ڇڏيو.

* افروڊائيٽ، پوزيڊون ديوتا جي چوڻ تي، قبرص جي راڻي ”پيسيفي“ کي هڪ ڏڳي جي عشق ۾ مبتلا ڪيو. جنهن سان ان راڻيءَ کي ”مائينور“ (اڌ ڏڳو، اڌ انسان) پيدا ٿيو.

* افروڊائيٽ، گلاڪس کي به سزا ڏني، جنهن پنهنجي گهوڙين کي ويامڻ نٿي ڏنو. افروڊائيٽ جي چُرچ تي، گهوڙين گلاڪس کي جيئرو ئي ڪچو کائي ڇڏيو.

* جڏهن ليمناس ٻيٽ جي زالن، افروڊائيٽ جي بندگي ڪرڻ ڇڏي ڏني ته هُن سندن جسم ۾ تمام ڇچڙي ڌپ پيدا ڪري ڇڏي. نتيجي طور هتي جا مڙس پنهنجن زالن کان پري رهڻ لڳا. ان تان ڪاوڙجي، هن ٻيٽ جي عورتن، پنهنجا سڀئي مڙس ماري ڇڏيا. اهڙي طرح، افروڊائيٽ پنهنجو انتقام ورتو.

* افروڊائيٽ، پرهڦٽيءَ جي ديوي ”اوس“ کي ٻن انسانن ”سيليفيس“ ۽ ”ٽيٿانس“ جي عشق ۾ ڦاسائي ڇڏيو، چاڪاڻ ته، اوس ديويءَ، افروڊائيٽ جي محبوب ايريز سان سُتي هئي. هن هيليوس سان به ساڳي حرڪت ڪئي ۽ ان کي به هڪ عورت ”ليوڪوئي“ جي محبت ۾ گرفتار ڪيو، چاڪاڻ ته، هيليوس افروڊائيٽ جي مڙس وٽ چغلي هنئي هئي.

* افروڊائيٽ، ديوي ديوتائن کي چيڙائيندي ۽ ستن چٽرون ڪندي هئي. زوس ديوتا، سندس انهن حرڪتن سبب، کيس سزا ڏيڻ لاءِ فاني انسانن جي محبت ۾ مبتلا ڪيو، جن ۾ ايڊونس ۽ اين ڪائيسس“ جا نالا قابل ذڪر آهن.

افروڊائيٽ محبت ۽ جنسي ڪشش جي علامت هئي. وٽس اهڙو طلسمي چيلهه - پٽو هو جنهن کي پائڻ سان هوءَ ڪنهن به عورت يا مرد کي پنهنجي وس ڪري سگهندي هئي. هوءَ ڪنهن کي، ڪنهن جي به، محبت ۾ مبتلا ڪري ٿي سگهي. (سواءِ ائينا ۽ آرٽيمس ديوين جي). هڪ دفعو هيرا زوس کي ٽروجن جنگ کان پاسو ڪرائڻ جي ارادي سان پنهنجي موهه ۾ موهت ڪرائڻ خاطر، افروڊائيٽ کان اهو چيلهه جو پٽو اڌارو ورتو. هوءَ عاشقن جي مددگار هئي. ايتري قدر جو پنهنجي پٽ اينياس کي به ڪارٿيج جي راڻي ڊائيڊو جي محبت ۾ ڪامياب ڪرڻ لاءِ مدد ڪيائين. هيءَ ان جي به ان سلسلي ۾ واهر ڪئي، هن اٽلانٽا سان عشق ۾ مائي‌لينين جي مدد ڪئي. جاسن کي ميڊيا جي عشق ۾ ڪامياب ڪيو. هيلن کي حاصل ڪرڻ لاءِ پئرس جي ٽوڙ تائين مدد ڪئي.

شروعات ۾ ملاح ۽ مهاڻا سندس پوڄا ڪندا هئا پوءِ يوناني دنيا ۾ سندس عبادت ٻن حيثيتن سان ڪئي وئي: هڪ افروڊائيٽ يورينيا يعني آسماني ديوي ۽ ٻي افروڊائيٽ پنڊيموس يعني عوامي افروڊائيٽ. ان کان پوءِ هوءَ عشق حقيقي ۽ عشق مجازيءَ جي ديويءَ جي مختلف روپن ۾ سامهون آئي.

يونان جي اوائلي ادب ۾ افروڊائيٽ جو روپ هڪ بي رحم ۽ مضحڪه خيز ديويءَ وارو آهي ۽ ان جي ايندڙ روپن وٽ هوءَ سنجيده ۽ رحمدل ديوي هئي.

افروڊائيٽ جا جيڪي بت ٺاهيا ويا، تن ۾ کيس ڏاڍي سُن موهيندڙ، سرڪندڙ، پرڪشش عورت جي روپ ۾ ڏيکاريو ويو آهي.



افروڊائيٽ جو ” ڊيميلو “ نالي مشهور مجسمو پئرس جي عجائب گهر ۾ رکيل آهي.



سون ۽ هاٿيءَ جي ڏندن مان ٺاهيل اٿينا ديويءَ جو هي ۱۲ ميٽر ڊگهو مجسمو ۽ يوناني سنگتراش فدياس ٺاهيو هو ۽ انکي اٿينس ۾ پارٿينا جي مندر ۾ رکيو ويو

# اٿينا [مِنروا ديوي]

# THENA [MINERVA]

## اٿينا ديويءَ

## جون صفتون

زوس ديوتا جي ڌيءَ، جنگ، طوفان ۽ جنگي گهوڙن جي ديوي، بانسري، هر ۽ پين ڪيترن ئي هنرن جي موجد، ماڻهن کي ڏڳا جوٽڻ ۽ گهوڙيسواري سيکاريندڙ، سمورن هنرن ۽ فنن جي رهبر، اٿينس جي شهرين کي زيتون جو وڻ عنايت ڪندڙ، جهاز سازي، سونارڪي ڌنڌي ۽ زالن جي گهرو هنرن ۾ گهڻو چاهه وٺندڙ، قانون سازيءَ کي ترقي وٺائيندڙ، جيوري سسٽم جاري ڪندڙ، يوناني شهرن جي محافظ، فتح آڻيندڙ، اٿينس جي سمورن ڪمن جي اڳواڻ، انساني زندگي جي سنڀاڻ، INTELLECTUAL حصي جي ديوي. ٻارهن اهم اولمپيائي ديوين ۽ ديوتائن منجهان هڪ ديوي.

## اٿينا ديويءَ جا نالا ۽ لقب

اٿينا ديويءَ کي پالاس يا پالاس اٿيني سڏيو ويو آهي. اهو اکر يوناني ٻوليءَ جي پالاڪ DALLAKE (ڪنواري دوشيزه) مان نڪتل آهي. ان کان سواءِ کيس پارٿينوس (PARTHENOS ڪنواري)، ٽريٽو جينا TRITOGENIA (ٽائيءَ مان ڄاول)، گلائوڪوپس GLAUCOPIS ERGANE (چمڪندڙ اکين واري)، ارگيني (پورهيت)، چالينيٽس CHANILTIS (لغام جهليندڙ)، ڊاماسيپوس DAMASIPOS (گهوڙن جي ...يس)، اڳلائو روس ۽ پاندو روسوس (ماڪ ... ان ڌرتيءَ کي زرخيزي ڏيندڙ)، هپيا HIPPIA (جنگي گهوڙن جي ديوي)، اريئا AREIA (جنگجو)، به سڏيو ويجي ٿو. هوءَ ڪڙمبن ۽ گهراڻن جي ميڙن (پنچات) جي اڳواڻ هئي ان ڪري کيس اپاتوريا، فريٽريا ۽ اگورايا AGORAIA جي

لقبن کان سواءِ جنگ ۾ فتحمنديءَ جي علامت طور نائيڪي فوروس NIKE PHOROS (فتح آڻيندڙ) به چيو ويندو آهي.

مجسمن ۾ اٿينا ديوي کي مٿي ۾ تاج ۽ بدن تي زره، ٻاتل آهي. جنهن تي ايجس ڍال ۽ ميڊوسا گارگون جي مٿي ڊيڪاريل آهي.

هٿ وارو نيزو، زيتون جي وڻ جي ٽاري، چبڙ (الو)، ڪڪڙ ۽ نانگ سندس خاص نشان آهن، جيڪي سندس مجسمن ۾ به نظر اچن ٿا.

اٿينا ديويءَ جو جنم

زوس ديوتا پنهنجي ٽائيٽن ڪٽنب جي هڪ ديوي "ميٽس" تي عاشق ٿي پيو ۽ وڏي جاکوڙ کان پوءِ سندس شادي ٿي. جڏهن ميٽس ديوي پيٽ سان ٿي ته زوس کي مائٽن چتاءُ ڏنو ته هاڻي سندس پيو جيڪو ٻار ٿيندو سو توکان وڌيڪ سگهارو ٿيندو. ان ڀپ کان زوس پنهنجي حامله زال کي ڳڙڪائي ڇڏيو. ميٽس زوس جي پيٽ ۾ حامله حالت ۾ هئي ۽ سندس ٻار اندر ئي اندر وڏو ٿيندو رهيو. تان جو هڪ دفعي جڏهن هيفائسٽس ٻڌس، زوس جي مٿي ۾ ڪهاڙيءَ جو ڌڪ هنيو ته اٿينا، جوانيءَ جي حالت ۾، هٿيارن پوشاڪن سميت، زره ٻاتل، سندس پيءُ جي نراڙ مان نڪري نروار ٿي.

هن ديويءَ ڪڏهن شادي نه ڪئي ۽ نه وري ڪنهن سان جنسي ميلاپ ڪيائين، ان ڪري سندس هڪ لقب "ڪنواري" به هو. جيئن ته هيفائسٽس (افروڊائيٽ جي مڙس) اٿينا جي لڄ لٽڻ لاءِ مٿس هلان ڪئي، پر اٿينا پاڻ کي بچائي ورتو. ان ڪشمڪش ۾ هيفائسٽس جا جِرم وارا جزا زمين تي ڪري پيا، جنهن مان پوءِ "ايڪري ٿوني اس" يعني (زمين جو پٽ) پيدا ٿيو.

* اٿينا ديويءَ ڪيترن باهمت جنگجو ديوتائن ۽ انسانن جي مدد ڪئي. جهڙوڪ: هرڪولس، پرسيئس، بيليروفون، جيسن، ڊائوميڊس ۽ اوڊي سس هوءَ اوڊي سس تي ته تمام گهڻو مهربان رهي.



اٿينا ديوي

ٽراءِ واري جنگ ۾ هوءَ سموري يوناني فوج جي محافظ بڻيل رهي.

* اٿينا ديويءَ، ميڊوسا جهڙي سهڻي گارگون جي شڪل اهڙي ته ڀيانڪ ڪري ڇڏي جو جيڪو به ڏانهس نهاريندو هو سو پٿر بڻجي ويندو هو. آخرڪار پرسيئس ميڊوسا کي ساري

سندس مسي لاهي اچي اٿينا کي پيش ڪئي جنهن ان کي پنهنجي زره جو سينگار بڻايو.

* اٿينس جي عدالتن ۾، اٿينا ديويءَ جيوري سسٽم جي ابتدا ڪئي.

* يونان ۾ اٿينا ديويءَ پرڏيهي مانهن جي مهمان نوازي جي روايت وڌي.

* اٿينس شهر تي قبضو ڄمائڻ لاءِ اٿينا ديويءَ جو سندس چاچي پوزيڊون ديوتا سان مقابلو ٿيو جنهن ۾ اٿينا ديويءَ کي ڪاميابي حاصل ٿي.

* اٿينس ۾ پوزيڊون ديوتا پنهنجي ڪرامت سان هڪ کاري پاڻيءَ جو چشمو پيدا ڪيو. ان جاءِ تي اٿينا ديويءَ زيتون جو وڻ پيدا ڪيو. يونان جي ماڻهن، کاري پاڻيءَ بدران زيتون کي وڌيڪ ڪارائتو سمجهيو. اهڙيءَ طرح يونانين اٿينا کي پنهنجي ديوي ڪري مڃيو ۽ سندس شان ۾ سڀ کان وڏو مندر اٿينس ۾، پارٿينان وٽ جوڙايو.

هن ديويءَ جي عبادت جو دستور يونان کان مئگنا گريشيا تائين رائج ٿيو جتي سندس عبادتگاهون وجود ۾ آيون. روم ۾ ڪيس منروا ديوي سان مشابهت ڏني وئي.

اٿينا ديويءَ جا جيڪي مجسما ٺاهيا ويا آهن انهن مان ٽن مجسمن کي خاص طور شهرت ملي.
(١) پارٿينا ۾ رکيل "اٿينا پارٿينوس."
اهو سون ۽ هاٿيءَ جي ڏندن مان ٺهيل ٽيهه فوٽ ڊگهو بت آهي. (٢) اٿينا پروماچوس *PROMACHOS* نالي هڪ ٻيو زبردست بت. (٣) اٿينا ليمنيا *LEMNIA* اهو مجسمو اٿينس جي نوآبادي ليمناس ٻيٽ جي آبادڪارن ڏانهن منسوب ڪيل آهي جنهن ۾ اٿينا هڪ حسين ڪنواري دوشيزه جي دلڪش روپ ۾ نظر اچي ٿي.

يوناني ديوي آرٽيمس جو هي مجسمو پئرس شهر جي لاوري ميوزم ۾ رکيل آهي. جنهن ۾ هن ديويءَ کي شڪار جي لاءِ تيار حالت ۾ ڏيکاريو ويو آهي.



# آرٽيمس ديوي

## آرٽيمس ديويءَ جون صفتون

زوس ديوتا ۽ ليٽو ديويءَ جي ڌيءَ، اپالو ديوتا جي جاڙي ڀيڻ، شڪار ۽ تيراندازيءَ جي ديوي، جهنگ جي سمورن جانورن جي محافظ پارن ۽ هيٺين شين جي نگهبان، چنڊ ۽ فطرت جي پاڪ ديوي، زرخيري آڻيندڙ، نون ڄاول ٻارن جو بچاءُ ڪندڙ، هڪ زبردست انتقام پسند، ڪنوارين دوشيزائن ۽ سندن ڪنوارپڻي جي محافظ، عورتن کي اوچتو طبعي موت ڏيندڙ، ٻارهن اهم اولمپيائي ديوتائن ۾ سندس شمار ٿئي ٿو.

آرٽيمس ديويءَ کي ڊيلوس ٻيٽ ۾ سنٿ جبل وٽ پيدا ٿيڻ ڪري ڊيليا ۽ سنٿيا جي نالن سان سڏيو ويو آهي. آرٽيمس جون خاصيتون سندس ڀاءُ اپالو سان ٺهڪندڙ هيون، ان ڪري ڪيس

## آرٽيمس ديويءَ جو جنم

زوس ديوتا، ليٽو ديويءَ تي عاشق ٿي پيو ۽ ساڻس ميلاپ ڪيائين ان سان ليٽو ديويءَ کي پيٽ ٿيو. زوس جي پٽ راڻي هيرا ديويءَ، ليٽو ديويءَ کي هن ڌرتيءَ تي وير ڪرڻ نٿي ڏنو. هن سندس سڀ ڪٿهت ۽ پيٽيون بند ڪري ڇڏيون. ان ڪري ليٽو ديوي هن ڌرتيءَ تي دربدر، ڪنهن اجهي جي ڳولا ۾ ڀٽڪڻ لڳي. آخر زوس پنهنجي محبوبه جي مدد لاءِ ڪوس پنهنجي ڀاءُ پوزيڊون ديوتا ڏانهن اماڻيو، جنهن ليٽو ديوي جي وير لاءِ ڊيلوس ناليءَ هڪ خاص ٻيٽ تخليق ڪيو، جتي ليٽو ديويءَ ٻن جاڙن ٻارن اپالو ديوتا ۽ آرٽيمس ديويءَ کي جنم ڏنو.

## آرٽيمس - انتقام وٺندڙ ديوي

* نيوبي ديويءَ ٻڌاڪ هئي ته ڪيس ست ڌيئون آهن ۽ ليٽو کي فقط ٻه ٻار آهن ان تي آرٽيمس پنهنجي ڀاءُ اپالو ديوتا سان گڏجي نيوبي کي سندس ٻارن سميت ماري ڇڏيو.

* اپالو ديوتا جي پوٽي اڪٽيون پنهنجي ڪتن سان گڏ شڪار ڪندي هڪ دفعي آرٽيمس ديويءَ کي هڪ چشمي ۾ وهنجندي، اگهاڙي حالت ۾ ڏٺو. ان حالت ۾ آرٽيمس ديوي جڏهن ڪنڌ ڪڍي اڪٽيون کي ڏٺو ته سخت سزا ڏيڻ جي خيال کان، هن کي سانهوءَ سان ڦيرائي هڪ ڦاڙهو بڻائي ڇڏيائين، جنهن ڪري اتي جو اتي سندس ئي ڪتن چيري ڦاڙي کائي ڇڏيو.

* هڪ ڪٿا مطابق، آرٽيمس جو هڪ شڪاري ديو "اورين" سان عشق ٿي پيو. جيڪو خود به وڏو عشق باز هو ۽ ڪيترين عورتن سان سندس تعلق هئا. هن آرٽيمس جي هڪ ڪنواري جل پري اوپس سان زوري زنا ڪيو. ان ڪانسواءِ ڏانوڻ هئيرين ۽ ڏائيمن ٿيا جي ڌيءَ ايوس (پرهه ڦٽي) جيڪا هيليوس (سج) سيليني (چنڊ) جي ڀيڻ هئي سا اورين تي عاشق ٿي پيئي ۽ ڪيس آرٽيمس وڏان ڀڄائي ڊيلوس ٻيٽ ۾ وٺي وئي، جتي آرٽيمس جائي هئي.

آرٽيمس اورين جي انهن حرڪتن تي حسد



پوزيڊون ديوتا جو هڪ مجسمو جيڪو مين سيل MenSell جي مجموعي ۾ شامل آهي.

اپولو جي لقبن فيبي ۽ پائيٿيا به سڏيو ويندو هو. ڪيس ڪالسٽي KALLISTE يعني تمام سهڻي جو به لقب مليل آهي.

تيرڪمان ۽ تيرن جي ٿيلهي (ترڪش)، سرڻ جو وڻ ۽ سمورا جانور خاص ڪري هرڻي ۽ ڪتو سندس مقدس نشان آهن.

۾ اچي کيس ماري ڇڏيو. پر ڪن ڪتابن ۾ اهو ڄاڻايل آهي تہ آرٽيمس اوريئن سان شادي ڪرڻ واري هئي تہ اپالو ديوتا حسد وچان دوکو ڪري آرٽيمس جي هٿان کيس مارائي ڇڏيو.

* آرٽيمس سان، اوٽس ۽ ايفيالٽس ٻن ڄاڄن ديون، زوري ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پر اپالو ديوتا کوڙ سان ٻنهي وچ ۾ هڪ هرڻ ڇڏيو جنهن کي ٻنهي پائرن آمهون سامهون تير هنيا. هرڻ وچان نڪري ويو ۽ ٻنهي جا تير وڃي کين آمهون سامهون لڳا ۽ ٻئي مري ويا.

* ڪاليڊون جي بادشاهہ اوئينس هڪ دفعي لاپاري جي ڪري ۾ آرٽيمس ديويءَ جي ڳالهين قرباني جي رسم ادا نہ ڪئي. ان تي هن ديوي ڪاوڙجي هڪ خوفناڪ سوئر ڪاليڊان کي تباهہ ڪرڻ لاءِ موڪليو.

* فيراءِ جي بادشاهہ آڊميٽس کان ہہ اهڙي ڀل ٿي. هن پنهنجي شاديءَ ۾، هن ديويءَ جي عبادت نہ ڪئي. نتيجي ۾ آرٽيمس سندس شادي واري بستري کي نانگن سان ڀري ڇڏيو.

* ڪالسٽو جل پري جيڪا آرڪاڊيا جي بادشاهہ جي ڌيءَ هئي ۽ آرٽيمس جي پوڄارڻ هئي. ان سان زوس ديوتا، اپالو يا آرٽيمس جي روپ ۾ اچي جنسي ميلاپ ڪيو، ان ڪري سندس ڪنوارپڻو ختم ٿي ويو. اها ڳالهہ آرٽيمس لاءِ ناقابل برداشت هئي. هن ڪالسٽو کي هڪ رڇ بنائي، پنهنجن تيرن سان کيس پڄائي ڪڍيو.

* آرٽيمس ديوي، پنهنجي پوڄاري ڪنوارين جل پرين جي ٽولي سان گڏ جبلن ۾ گهمندي هئي ۽ سڄي ساهوارن جي پرگهور لهندي هئي.

ڪريٽ جون ديويون برٽومارٽس ۽ ڊڪٽينا، سيليني (چنڊ) جي ديوي، اليجينا ۽ اٽليءَ وارن جي ڊائناديوي، آرٽيمس ديويءَ سان مشابهت رکن ٿيون.

اليسس ۾ هن ديويءَ جو هڪ زبردست مندر قائم ڪيو ويو هو جيڪو آڳاٽي دنيا جي عجائبات منجهان ليکيو ويندو هو. ان مندر ۾، انتهائي بيحيائي واريون حرڪتون ٿينديون هيون.

ڪڏهن ہہ آرٽيمس جي پوڄا ڪندا هئا.

اليسس جي مندر ۾ رکيل مجسمي ۾ آرٽيمس ديويءَ جي ڇاتيءَ تي ڪيترائي ارهہ ڏيکاريا ويا هئا.

هڪ ڇهندڙ ٻار ٻنهي موت کان بچائڻ ائين آهي جهڙي ٦٠ سال جي ڄمار جي سٺن ماڻهن جون ڄمارون ٧٠ سالن تائين وڌي وڃن. آمريڪا ۾ ١٩٠٥ع ڌاري هر هڪ هزار ڄمندڙ ٻارن جي ڄمار جو ڪاٿو ڪيل سراسري موت جو انگ ٢٠٤٧ هو. اهو انگ جهان، ڊنمارڪ، انلئنڊ، آئيس لئنڊ، هالنڊ، سويڊن، انگلنڊ ۽ آسٽريليا جي ٻيٽ ۾ ولايڪ هو. جن جو ڪاٿو ڪيل انگ هڪ هزار تي ٢٠ کان ہہ گهٽ هو ۽ ڪئناڊا، اسرائيل ۽ فرانس جو انگ هزار تي ٢٠ کان ٢٤ موتن تائين هو.

طبي سائنس جي ترقي ماڻهو جي ڄمار جي واڌ ۾ بنيادي سبب آهي، وچڙندڙ بيمارين جيڪي ٻارن کي ماري ڇڏينديون آهن تن جي ٻاڙ ٻنجي وئي آهي مثال طور ١٩٤٥ ۽ ١٩٦٥ جي وچ ۾ ڪرٽيو (ڪاري کنگهہ)، پوليو، انفلوائنزا ۽ سلهہ ۽ سنڌن جي سور جي بخار جي ڪري ٿيندڙ موتن جي انگن اکرن ۾ سنڌن ٻهرين حد کان ١٠ کان ٢٠ سيڪڙو تائين لاٿ ٿي. انهن بيمارين کي ختم ڪرڻ لاءِ نيون نيون دوائن وجود ۾ آيون مثال طور پوليو لاءِ سابين ۽ سالڪ جا ٽڪا ۽ سلهہ کي پنجو ڏيڻ لاءِ اسٽريپٽو مائي سين ۽ آئسونيازڊ جو واهپو. بهرحال انهن سڀني جي باوجود ماڻهوءَ جي عمر سواءِ ڪن چيدن ڇڏڻ جي، سراسري طور ١١٠ کان ١١٥ سالن تائين نہ ٿي سگهي آهي. طبي واڌاري جي نتيجي ۾ انهن اکرن ۾ ڪو نمايان فرق نہ پيو آهي ڪوبہ ماڻهو موجوده دور ۾ ١٥٠ سالن يا ٻہ سئو سالن تائين زنده نہ رهي سگهيو آهي.

# برسات مذاکرو

عبدالرحمان پليجو

تازو ڪراچيءَ ۾ ملڪ جي مختلف علائقن مان آيل عورت ڪائونسلرن جو هڪ ڪنوينشن ٿيو هو، جنهن کي وزير بلديات مسٽر فخر امام ۽ گورنر سنڌ خطاب ڪيو هو. مهراڻ هوٽل ۾ ان موقعي تي موجود نمائنده عورتن جو هڪ مذاڪرو ”برسات“ طرفان منعقد ڪيو ويو. هتي برسات جي ايڊيٽر عبدالرحمان پليجي سان ٿيل سندن ڳالهه ٻولهه پيش ڪجي ٿي. ڏهن مان نون عورت نمائندن جي ڳالهه ٻولهه هتي ڏجي ٿي، باقي محترمه گلزار انڙ جو انٽرويو الڳ ڏنو ويو آهي.

## شرڪت ڪندڙ

۱- مسز گلزار انڙ
۲- مسز غلام فاطمه پليجو
۳- مس غلام صغرا پنهور
۴- مسز رضيه بديع الزمان
۵- بيگم عصمت ڏاهري
۶- مسز نسيم کيريو
۷- مس پري گل آغا
۸- مسز نورجهان عباسي
۹- مسز ام ڪلثوم
۱۰- مسز ساجده نير

## موضوع

سنڌ ۽ سنڌي عورت

## سوال

(۱) توهان جي نظر ۾ سنڌ جو وڏي ۾ وڏو مسئلو
(۲) توهان جي نظر ۾ سنڌي عورت جو وڏي ۾ وڏو مسئلو
(۳) ڇا پردو سنڌ جي ترقيءَ جي راهه ۾ وڏي ۾ وڏي رڪاوٽ آهي؟

ضلع رابطا ڪميٽي، لاڙڪاڻي ۽ ڊويزنل رابطا ڪميٽي سکر جي ميمبر مس غلام صغرا پنهور

۱- سنڌ جو وڏي ۾ وڏو مسئلو تعليم آهي. جهالت اسان جي ترقيءَ ۾ وڏي رڪاوٽ آهي. ٻين سڀني مسئلن جو حل علم جي طاقت ۽ مدد سان ڪري سگهجي ٿو.

۲- عورتن جو وڏو مسئلو به منهنجي راءِ ۾ تعليم جو نه هئڻ آهي. اسان جون سنڌي عورتون مردن کان تعليم جي ميدان ۾ گهڻو پوئتي آهن. اگر اهي به علم جي زيور سان آراسته هجن ته ملڪ ۾ وڌيڪ ترقي ٿي سگهي ٿي.

۳- پردي جي مخالف ناهيان ۾ ايترو ضرور چونديس ته شرم حيا اکين ۾ هئڻ کپي دل ۾ هئڻ کپي. مردن ۽ عورتن سڀ اعتماد سڀ کان وڏي ڳالهه آهي. پردي جي دائري ۾ رهي به عورت سڀ ڪجهه ڪري سگهي ٿي علم ۽ هنر پرائي سگهي ٿي. منهنجي نظر ۾ پردو ڪا ترقيءَ جي راهه ۾ ڪا وڏي رڪاوٽ ناهي.

خيرپور ٽائون ڪميٽي ۽ ضلع رابطه ڪميٽيءَ جي ميمبر مسز نورجهان عباسي

(سنڌ جي شاعر تنوير عباسي



مس غلام صغرا پنهور

۽ مرحوم الطاف عباسيءَ جي ڀيڻ گوٺ سوڀي ديري جي رهاڪو)

۱- منهنجي نظر ۾ سنڌ جا ٻه وڏا مسئلا آهن هڪ تعليم ۽ ٻيو صحت آهي.

۲- سنڌي عورت لاءِ سڀ کان وڏو مسئلو آهي مردن جي تنگ نظري ۽ پنهنجي برتريءَ جو بيجا احساس. اڄ ڪالهه سنڌي



غلام فاطمه پليجو ۽ ام ڪلثوم نظاماڻي

عورتون ملڪي ترقيءَ ۾ ڪوبه حصو نٿيون وٺن.

٣- اجايو فضول پردو به ٺيڪ ناهي. ڪنهن حد اندر هجي ته ٺيڪ آهي.

بيگم رضيه بديع الزمان، ڪائونسلر ميونسپل ڪميٽي ٺٽو ۽ ميمبر ضلع رابطه ڪميٽي ٺٽو، ميونسپل ٺٽي جي چيئرمين بديع الزمان جي زال

١- منهنجي نظر ۾ سنڌ جو وڏي ۾ وڏو مسئلو "سنڌي عورت" آهي، عورتن محڪوم آهن، تعليم ناهي، جهالت ۾ رهي ٿي، ڪيس پنهنجي ڪا زبان ناهي. سنڌ جي آبادي جو وڏو اڌ عورتون آهن اها اڌ سنڌ مفلوج آهي. ان کي ڪارآمد نه بڻايو ويو آهي، عورتن ۾ بيداري پيدا ڪري انهن کي بامقصد بڻائڻ گهرجي.

٢- سنڌي عورتن جو وڏو مسئلو جهالت آهي، بي علم عورت ملڪي ترقيءَ ۾ ڪوبه نمايان حصو نٿي وٺي سگهي.

٣- عورتن جي ترقيءَ جي راهه ۾ پردو حائل آهي.

مسز نسيم ڪيريو- ميمبر ضلع ڪائونسل ۽ رابطه ڪميٽي ضلع نوابشاهه

١- وڏي ۾ وڏو مسئلو آهي رستن جو نه هئڻ. سنڌ ۾ پڪا روڊ بلڪل گهٽ آهن. ٻهراڙيءَ ۾ ته ڪچا رستا به ڪونهن. اگر ڪو مرد يا ڪا عورت اوچتو بيمار ٿئي ته ان جو ڪنهن اسپتال پهچڻ ڏاڍو ڏکيو ٿيو پوي. علم لاءِ، علاج لاءِ، ڌنڌي روزگار لاءِ ساڻهن جو هڪ هنڌان ٻئي هنڌ پهچڻ ضروري آهي. وڌ ۾ وڌ رقم رستن ٺهرائڻ تي صرف ڪئي وڃي.

٢- عورتن لاءِ ته سندن سڄي زندگي، جو هڪ هڪ ڏينهن مسئلو آهي. عورتن کي تعليم ڏيارڻ گهرجي، حق نه بخشائڻ گهرجن ۽ حويلين ۾ قيد ڪري نه رکجي.

٣- پردو ڪنهن حد تائين ڀل هجي پر گهٽي آزادي نه هجي. ضرورت وقت بي پردگي به ٺيڪ آهي.

مس پري گل آغا، ميمبر ضلع رابطه ڪميٽي ڪوئيٽا.

بزنس اينڊ پروفيشنل وومنز ائسوسيئيشن ڪوئيٽا، انجمن خواتين بولان، آرٽس ايڪونيمڪي ڪوئيٽا جي صدر.

سنڌس بي سيد سيد گل شاهه



بيگم رضيه بديع الزمان



مسز نسيم ڪيريو

قلات جو بلوچ آهي ۽ ماءُ پختون آهس.

١- سنڌ يا بلوچستان منهنجي نظر ۾ وڏي ۾ وڏو ملڪي مسئلو تعليم آهي.

٢- عورتن جو وڏو مسئلو به تعليم آهي.

٣- پردو بلڪل نه هئڻ گهرجي. فضول آهي باهمي اعتماد ضروري آهي. عورت جي احساس ڪمتري ختم ڪرڻ گهرجي. جيئن هو مردن سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي ملڪي ترقيءَ ۾ حصو وٺي سگهي.

بيگم عصمت ڏاهري

نوابشاهه جي ڊاڪٽر محمد عمر ڏاهريءَ جي گهر واري ۽ ميونسپل ڪميٽي جي ميمبر، سماجي ڪارڪن، ڏهن سالن کان اپوا نوابشاهه جي سيڪريٽري ۽ پلاننگ و ويلفيئر ڪميٽي جي صدر.

١- وڏو مسئلو سم ۽ ڪلر آهي. ڳوٺ ۽ زمينون ويران پيون ٿين. ماڻهو وڏن شهرن ڏانهن ڀڄي وڃن. ٽيوب ويل گهڻا لڳائجن، ڳوٺن ۾ صنعتون قائم ڪجن.

٢- عورت کي پنهنجي ڪا راءِ ۽ پنهنجي زبان ڪونهي. مرد ڪهڙو به اعليٰ تعليم يافته هجي يا زميندار هجي پر عورت کي جائز حق نٿو ڏي. زالن کي ماڻهو خسيس ڳالهين تان مارڻو ڇڏين. ننڍين ڇوڪرين کي پوڙهن سان، پئسن تي يا بدي تي پرڻايو ڇڏين. عورتن کي ذاتي ملڪيت سمجهيو وڃي ٿو ڍڳن ڍورن وانگر. ڪي ته وڏائيءَ کان يا ملڪيت ۽ زمين بچائڻ لاءِ عورتن کي ويهاريو ڇڏين يا حق بخشائيندا آهن. سنڌ ۾ تنگ نظري ۽ تعصب گهڻو آهي. هڪڙي ذات واري ٻيءَ کي يا ساڳي ذات جو هڪڙو پاڙو ٻئي کي سڱ ڏيڻ ۾ گهٽتائي ٿو سمجهي.

٣- بلڪل نه هئڻ گهرجي. هن ملڪ جي ترقيءَ ۾ پردو وڏي رڪاوٽ آهي. عورت ڪو جانور ڪونهي عورتون مردن کان وڌيڪ شريف ۽ محتاط آهن.

مسز ام ڪلثوم نظاماڻي ميمبر ڊويزنل رابطه ڪميٽي حيدرآباد

١- منهنجي نظر ۾ سنڌ جو وڏي ۾ وڏو مسئلو طبي سهوليتن جو نه هئڻ آهي. ٻهراڙين ۾ ماڻهن کي اهي سهوليتون ناهن. ويم گهر ڪونهن. عورتن لاءِ ايمرجنسيءَ ۾ ڪا به ترت طبي امداد مهيا ڪرڻ ذري گهٽ ناممڪن آهي. اسپتالن ۾ دوائون ڪونهن. ٻهراڙيءَ جي ماڻهن کي شهري اسپتالن ۾ نظرانداز ڪيو وڃي ٿو. ڪشتي شفاخانا قائم ڪرڻ گهرجن.

٢- منهنجي نظر ۾ سنڌ ۽ عورت جا مسئلا ساڳيا آهن.

٣- پردو سٺي ڳالهه آهي پر ان جو بيجا استعمال نه هئڻ گهرجي. هر ڳالهه ڪنهن محدود دائري جي اندر هئڻ گهرجي.

ضلع ڪائونسل ۽ رابطه ڪميٽي ضلع ٺٽو ۽ ڊويزنل رابطه ڪميٽي حيدرآباد جي ميمبر مسز غلام فاطمه غلام نبي ميمڻ

١- ڪراچيءَ ۾ بجلي، پاڻي، گيس، رستا، اسپتالون، اسڪول، رهائشي جايون ۽ ٽرانسپورٽ



مس پري گل آغا

جون سهوليتون گهڻي تعداد ۾ آهن. مگر اهين رهيا خرچ ٿيو آهي ۽ ٿئي پيو. ان هوندي به اتي گهوڙا گهوڙا گهٽ آهي ۽ حڪومت به اتي پيدا ٿيندڙ مسئلن تي سنجيدگيءَ سان غور ڪري ٿي. ڪراچيءَ کان پوءِ



بيگم عصمت ڏاهري

سڄي سنڌ (سواءِ حيدرآباد سکر ۽ ميرپورخاص جي) ۾ اهي سهوليتون ڪونهن جي آهن ته به نالي ماتر. اتي به ڪهوڙا گهوڙا ٿئي ٿي ۾ پڌي ڪير. هتي عوام جي اڪثريت جا ڀاڙاڻين ۾ رهي ٿي تنهن لاءِ ته اها ضرورت ئي نٿي سمجهي وڃي. سڄو ٿر در بدر آهي. پوڙهون ٿين سمورو پاڻي سمنڊ ۾ ضايع ٿئي ٿو ملڪ تباهه ٿئي ٿو ۽ هڪڙو ڦڙو پاڻيءَ جو پاڻيءَ جو ٿر کي نٿو ملي. سنڌوندي‌ءَ مان خيرپور يا بهاولپور کان وڏي شاهي واهه کوٽائي ٿر جي وچ مان وهائجي ته ٿر به ٿل وانگر سرسبز ٿي پوي. جابلو ٽنين جو بي شمار پاڻي اجايو زيان ٿو ٿئي انهن کي بند ٻڌائي ٻسائي جا پاڻي جا ذخيرا ڪري سگهجن ٿا. سڄي صنعت فقط هڪ ٻن شهرن تائين محدود آهي، ان کي اندرون سنڌ جي ڀاڙاڻين تائين ڦهلائي سگهجي ٿو. ادا مسئلا گهڻا آهن ۽ انهن کي ڪير حل ڪندو؟ اهو هڪ سوال آهي جنهن جو يڪراءِ جواب اسان وٽ ڪونهي.

٢- سنڌي عورتن جو وڏو مسئلو آهي ته مردن کان به گهڻو پورهيو ڪن ٿيون ۽ سندن پورهيو ڪن ٿيون ۽ سندن پورهيو ڳڻپ ۾ نٿو اچي. عورتون ڀاڙاڻين ۾ مردن کان سواءِ وڌيڪ پنهن ۾ ڪم ڪن ٿيون، مال وڻاڻ



سيده ساجده نير عابدي

ميمبر پراونشل ڪائونسل پنجاب ضلعي ڪائونسل جي جنرل سيٽ تي سندس سامهون بيٺل مرد اميدوار کي شڪست ڏيئي اليڪشن کٽيا ٿين. سيالڪوٽ ۾ محرالا ڳوٺ جي زميندار آهي. پاڻ ٽريڪٽر هلائيندي آهي ۽ ڪيس زراعت ۾ نمايان خدمت ڪري سون ۽ چانديءَ جا ميڊل انعام ۾ مليا آهن.

سنڀالين ٿيون، ڏوهائي ڪن ٿيون پاڻي ڀرين ٿيون، ٽانو پارو، ڏوپ ۽ رڌ پچاءُ ان کا سواءِ آهن. هٿ جو پورهيو ڪڻ سيبو، سلائي ڪن ته ان جو پورو معاوضو ڪين نٿو ملي. ان لاءِ عورتن کي ڪي به سهوليتون مدد ۽ رهنمائي نٿيون ملن.

٣- پردو فضول آهي نه هتي گهرجي. اهو هڪ طاقتور ڌر جو ٻي ڪمزور ڌر تي ظلم آهي. اهو انساني تاريخ جو هڪ وڏو الميو آهي. هي دنيا باهمي اعتماد تي ئي هلي سگهي ٿي.



غلام فاطمه پليجو ايڊيٽر برسات سان ڳالهائي رهي آهي.

# پروڙ جا پنڌ

هر هڪ ماڻهو جي سوچ نرالي ۽ جدا جدا هوندي آهي ۽ ان سان گڏ سڀ ڪنهن جي سوچ جو انداز پڻ مختلف هوندو آهي. انهيءَ ڪري ڪنهن ٻئي انسان جي سوچ ۽ سمجهه کي پنهنجي سوچ واري انداز سان سوچڻ نه گهرجي ته بهتر آهي.

* جيستائين ماڻهو پنهنجي عزت پاڻ نٿو ڪري تيستائين ڪوبه ماڻهو سندس عزت ڪرڻ لاءِ تيار نه هوندو آهي.

* جنهن به شئي جي ظاهري ٻيب ۽ زينت، ٺٺ ۽ ٺانگر، طمطراق، ڏيک ۽ ڏر، ڏاڍ ۽ ڏمر هوندو آهي، تنهنجو اندر کوکلو ۽ خالي سمجهڻ گهرجي.

* ايمانداريءَ سان بي ايماني ڪندڙ جو دين ۽ ايمان صرف پئسو هوندو آهي. اهي ڪڏهن به لڳ لاڳاپن ۽ تعلقاتن ۾ ڪس ڪسر ڪاڻ ڪان هميشه ٿي ڪيپائيندا، لنوائيندا ۽ نٽائيندا رهندا آهن.



علي نواز وفائي

* جيستائين اديب ۽ اهل قلم، ذاتي تجربن ۽ آزمايل آزمودن مشاهدن جي معلومات کان مالا مال نه آهي، تيستائين هن جي قلم ۾ پختگي ۽ پائداري پيدا ٿي نه ٿي سگهي جو ته لکندڙ لاءِ تخليقي قوت ۽ تجربو هجڻ تمام ضروري آهي.

* جيڪي ماڻهو پنهنجي متعلق اجاين خوشفهمين ۾ مبتلا هوندا آهن، سي ڪڏهن به عملي طرح ڪوبه ڪم نه ڪري سگهندا آهن. بلڪ صرف هوا ۾ لڏين هڻڻ جا عيراڪ ٿي پوندا آهن.

* ڪوڙ جي ڪاريگرن جو قول آهي ته ڪوڙ هميشه ٿي اهڙي انداز سان ڳالهائجي جنهن جي اڳيان سچ شرمسار ٿيندو رهي.

* شل مردن جي مٿان مري ۽ عورتن جو حياحجاب نه وڃي. جيستائين مردن ۾ مٿيا موجود آهي ۽ عورتن وٽ حيا جو هڪڙو هڙ ههٽ ۾ آهي تيستائين دنيا جي هر طاقت مردن ۽ عورتن جي عظمت اڳيان جهڪندي رهندي آهي. مٿيا جو مري وڃڻ، حيا ۽ حجاب جو هٿن مان واري وانگر وهي وڃڻ کان پوءِ جيڪي نتيجا نڪري نروار ٿيندا آهن، انهن کان هر باخبر ماڻهو بخوبي واقف آهي.

آمريڪا ۽ اتر يورپ جي ايراضين ۾، سٺي کاڌ خوراڪ، سٺي اجهي، دوا دارون ۽ سٺي سنڀال ۽ صحت صفائي جي ڪري ماڻهو جي سراسري ڄمار ۾ واڌ آئي. پڻس پاسي سواءِ جهان جي ڏکڻ آمريڪا ۽ ايشيا ۾ اها واڌ ماڌي رهي.

انگن اکرن موجب زناني ڄمار ۾ واڌ جو انگ مرداني ڄمار جي ڀيٽ ۾ ٣ سال وڌيڪ هو. عمر جي انگ اکرن جا سراسري ڪاٿا جداجدا ڄمارن ۾ موت جي انگن اکرن جي وڇور مان لڳايا ويا آهن. ڪنهن فرد جي ذاتي زندگيءَ جي عرصي جو اندازو لڳائڻ ۾ سٺي ڄاڻايل اڪيڪٽيل انگ اکر ڪوبه وزن نٿا رکن. تاريخ اهو پڌائي ٿي ته ڪيترائي ماڻهو نوي سالن يا ان کان به مٿي ڄمار ماڻي چڪا آهن. اڄ جو ٿئون ڄاول ٻار سراسري ٦٧ سالن تائين جيئرو رهي ٿو. اهو ٻار جڏهن ويهن سالن جو ٿئي ٿو ته سندس عمر ۾ واڌ جو ڪاٿو ستر سالن تائين ٿي وڃي ٿو. جڏهن اهو ٦٥ سالن تائين پهچي ٿو ته انگن اکرن جي سراسري پٽانڌڙ ڪيس ٧٨ سالن تائين جيئرو رهڻ کپي.

ابهم ٻارن جي موت جي انگن اکرن مان ڄمار ۾ واڌ جو ڪاٿو لڳائڻ ۾ وڏي مدد ملي ٿي. ٻارن جي موت جي شرح ۾ لاهي چاڙهي ٿيڻ ڪري ڄمار ۾ واڌ جي اڪيڪٽيل انگن اکرن تي تمام وڏو اثر پوي ٿو.

## بقايا: مائٽڪن موت

مون کي منير کان جدا ٿيندي اٽڪل ١٥-١٦ سال ٿي ويا آهن. اهو هڪ وڏو عرصو آهي. پر ان هوندي به سندس ڪهاڻين کي پڙهڻ سان ڄڻ ته هن سان منهنجي ملاقات ٿيو ويندي هئي. ڪٿي ان کي هڪ طرفي ملاقات چئجي.

هاڻي ٻنهي ٿورا ڏينهن ٿيندا جو منير مون کي ڏاڍو ياد اچڻ لڳو هو. دل چاهيو پئي ته ساڻس ملان. آئون برسات لاءِ ڪنهن ڪهاڻيءَ جي ڳولا ۾ هوس. ان لاءِ ڪجهه ادبين سان رابطو رکڻ لاءِ پئي سوچيم. ائين مون منير لاءِ به سوچيو، ته من ڪهاڻي گهرڻ جي بهاني ملون. دل ۾ چيم ته ورهين جي وڇوڙي ڪانپوءِ واهه جو ون ڪچهريون ٿينديون.

ڪالهه منهنجي طبيعت ٺيڪ نه هئي، آفيس ۾ نه آيس. اڄ جيئن آفيس ۾ پير وڌم ته ڏٺم ته مات لڳي پئي آهي. يوسف شاهين مون کان منهنجي طبيعت جو پڇيو، بس وڌيڪ ڪجهه به نه. مون ٽيبل تان اخبار کنئي. مائٽڪ جي لاڏاڻي جي خبر هئي. اکيون مائٽڪ جي نالي تي کتيون ئي ويون. منهنجي اکيان ١٩٦٥ وارو دور اچي ويو.

يوسف منهنجي اڳيان ويٺو آهي. هن جي چهري تي هميشه مرڪ هوندي آهي، پر اڄ مٿس اداسيءَ جا ڪڪر ڇانيل آهن.

"ادا، هي منير ڪيئن مري ويو. ڇو، ڇا ٿيو؟" هو مون کان ٿو پڇي. جواب مون وٽ ڪونهي. شايد ڪنهن وٽ هجي. شايد ڪو پڌائي سگهي، ته هن دلبر ۽ اڏول نوجوان سان سندس دل ڇو بيوفائي ڪئي؟ هن مٽيادار مائٽڪ جي امر جوت ڪانئس ڪنهن کسي؟

جي مائٽڪن ماڳ، تتي ڇوران تڪيو
سنئون تن سهاڳ، املهه جن او باهيو.
(شاهه)

اڄ يوسف به مون کي ائين ٿو لڳي ڄڻ ته ڪنهن ڏوراهين ڏوراهين ڏيهه مان موٽندي واٽ تي سفر ۾ ڪانئس ڪا شئي وڃائجي وئي آهي. ڪا املهه شئي مون تي شدت سان اهو احساس ٿو ٿئي ته هيڏو وڏو عرصو آئون مائٽڪ سان ڇو نه مليس. اهو احساس پڇيون ۽ پالا ٻنجي منهنجي اندر کي پيو گهائي. هاڻي آئون ڪڏهين به منير سان نه ملي سگهندس.

امل اساري پئي، پوري پڳوئي جت
ڪوهه نه ر نوئي تت، پئي اڌ هٿ ڪري

(عبدالرحمان پليجو)
٢٨-جنوري ١٩٨٢- ٩ بجي رات

## آغا سليم

سان تہ هتي سنڌ کان ٻاهر ڇپجي ڏاڍي ويو آهيان. خبر ناهي ڪاٿي تہ سنڌ ۾ ڪهڙا رسالا ڇپجن ٿا ۽ ڪهڙا ڪتاب ٿا نڪرن.

رسالي ۾ سائيءَ جو انٽرويو ۽ قمر شهباز جو ناول پڙهيا ڪين اکيان برسات جو پهرئين نقشو اچي ويو.

توهانجو شاعريءَ جو ڪتاب ڪڏهن اڳ مليو هو. ڏاڍو وڻيو. راتوڪي رات ۾ شاعر ٿي وئين. ۽ مون بہ ڪجهه لکيو!

مون تہ شاعري ڪئي آهي.

رسالو ڪڏهن تہ ٻيو ڪجهہ موڪليان، رايو بہ ڏي تہ ڪيئن شاعري ڪئي اٿم.

توکي ۽ عبدالرحمان کي پيار پريا سلام. ڪمرشل باز جو ڪهڙو حال آهي سڌريو آهي يا اڃان ساڳيو ئي آهي. طارق اشرف کي رسالو ڪڏهن ٿو يا نہ.

ڪهڙا ڪتاب نڪتا آهن. ٿي سگهي ٿي تہ ڪجهہ رسالا ۽ ڪتاب موڪلي ڏي.

* برسات جو تازو پرچو نظر مان گذريو. ايڊيٽوريل پڙهي وري پڙهيم، جس هجي توهان کي جو حق جو هوڪو ڏنو اٿو. اميد تہ آئينده بہ ڪونہ ڪو اهڙو پيغام پڙهندڙن تائين پهچائيندا رهندا. منهنجي دعا آهي تہ شل اوهانجي قلم کي رب حق ۽ سچ لکڻ جي اڃا بہ وڌيڪ قوت عطا ڪري.

اسحاق راهي - سيوهڻ

* توهانجو رسالو برسات ڏاڍي حب ۽ چاه سان پڙهندو آهيان. گذريل پرچي جي ايڊيٽوريل سنڌ جي عوام جي صحيح ترجماني پيش ڪئي آهي. توهان کي شاباس هجي جو هن رسالي کي شايع ڪري اسان سنڌ ۽ سنڌين جي خدمت ڪريو ٿا.

شمس العارفين ساغر ميمڻ حيدرآباد

* پوئين پرچي جي مختصر ايڊيٽوريل جون آخري ٽي سٽون سنڌ بابت ڪيل ڪيترن جلسن، تقريرن ۽ تحريرن کان بہ وڌيڪ اثرائتيون آهن.

محسن عباسي - ٺٽو

* ”برسات“ جا پنج پرچا ڏاڍا پسند پيا. مواد بہ تمام سٺو اٿن. اڃان بہ وڌيڪ معياري بڻائڻ اوهان جي وس ۾ آهي.

محمد انور شڪارپور

* سنڌ جو واحد رسالو برسات آهي جنهن سنڌي ٻولي جي وڏ ۾ وڏ خدمت ڪئي آهي. عرض آهي تہ هن رسالي جا صفحا وڌائيندا.

شاه محمد لاشاري بلوچ

* هفتيوار ”برسات“ جو پهريون پرچو بہ پڙهيم. موجوداني ڪري عالمي صورتحال، گنوهر جا گفتا ۽ مذاحيہ ڪالم باقاعدي ڏيندا. ان ڪانسواءِ ڪنهن نہ مشهور ۽ ترقي پسند اديب جو فوٽو سميت مڪمل تعارف ۽ ڪارٽونن جو صفحو نہ ڏيندا.

مير مظفر علي خيراوري سنڌ يونيورسٽي ڄام شورو.

* هڪڙي نازڪ دور ۾ اهڙيون ادبي قربانيون، سچ اچ تہ ڪنهن ڪارنامي کان گهٽ نہ آهن.

”عاشق“ هالائي هالا پراڻا

* هن منجهيل ماحول ۾، ساهت جو سفر ڪندي ڪيترن ئي ڪن جا ڪڙڪاٽ پيڙا جي پوري ٿي هلندي توهان جي راهہ ۾ رڪاوٽ وجهندا، جنهن لاءِ سونوٽائي سڄو ٽيٺو پوندو. جنهن ڪسي ڪيتري بہ هوا هلائي مگر هلندو رهي.

عبدالحق پيرزاده ڪراچي

* برسات جي نئين جوٺ - ڪرڙي طرف آهي؟ ان جو، اڃان فيصلو ڪرڻ اوهان جي هٿ.

(ذوالفقار سيال)

* هن لوٽ ۽ مظلوم ڌرتيءَ تي برسات جو برسڻ تمام خوشي جي ڳالهہ آهي. ڇو تہ هي خشڪ ۽ لوٽ ڌرتي بادل جي بوند کي ٻاٽ ۾ سمائڻ لاءِ اُتي هوندي آهي. جيئن ڪو جنبي قيدي آزاد ٿيڻ وقت، پنهنجي جيون ساٿيءَ کي ڀاڪر ۾ وٺڻ لاءِ بيقرار هوندو آهي.

قمر پنهور - خمکين وٽي.

* برسات کي هالي ڪمرشل پيس تي ڪيو. بلڪل سوبر سوبر ۽ فٽ ڦاٽ رسالو. نئين پيٽرن ۾ ڪجهہ اهڙي ٺاهہ ٺوهہ ۽ رنگا رنگين سان پرپور، جيئن ڊرائنگ روم کان سواءِ برسات موٽر ڪارن جي ونڊ اسڪرين پويان بہ رکيل نظر اچي.

نصير مرزا

* سنڌي ادب ۽ سهڻي مٺي ٻولي سان پيار رکندڙن کي سلام.

نثار ڏيهلائي ميمڻ

## مددعلي سنڌي

دل چوندي آهي ته توهان سان خط ذريعي ڪوئي نه ڪوئي سلسلو ڳنڍجي، پر مصروفيتن سبب، دل تي اوهان جي ياد هوندي به خط لکي نه سگهندو آهيان. البته توهان مون کي ڪڏهن نه وساريو آ. ڪڏهن شعر وسهائي، ڪڏهن رسالي تي ته ڪڏهن برسات جي لکڻ جي دعوت رستي ياد ضرور ڪيو آ. جنهن لاءِ گهڻو ٿورو مڃيان. هن پيري به برسات جو پرچو موڪلي وڏي مهرباني ڪئي اٿوَ. پرچو ڏسي دل خوش ٿي ويئي. پهريون پرچو رکو لڳو اٿم. الائي ڇو. "فسٽ امپريشن از لاسٽ امپريشن" ترتيب مواد جي تمام ضروري آهي. هن پرچي جي جان فقط هڪ مضمون "چاليهي" آهي. جيڪو توهان جو لکيل آ. ور ور ڏيئي پڙهيو اٿم. مون توهان کي پنهنجي گذريل ملاقاتن ۾ به اهوئي عرض ڪيو آهي ته اتهاس تي لکڻ تمام ضروري آهي، جنهن ڪانءِ اسان جو نئون نسل صفا اڻواقف آهي. هر پرچي ۾ ڪهاڻي تمام ضروري آ. ڪا به هڪ ۽ اها به چونڊ، بهرحال برسات جو پيهر نڪرڻ تمام ضروري هو. توهان کي ياد هوندو ته جڏهن به ڳالهه ڪئي ملندا هئاسين ته اهو ئي ذڪر نڪرندو هو ته ڪيئن به ڪري برسات کي وري ميدان تي آڻجي — ۽ هاڻ جڏهن اها ميدان ۾ آئي آ، ته ان کي اڳيان وڌائيو— خدا اوهان کي اها به همت ڏئي ته پرچي کي باقاعدگيءَ سان (جنهن جو مون کي پورو يقين آ) سنڌي پڙهندڙن جي اڳيان آڻي، هڪ سٺي ادبي مخزن جي کوٽ کي پورو ڪري سگهو.

برسات جي وري نڪرڻ تي، من ۾ خوشي جا گل ٽڙي پيا آهن. سنڌي رسالو ڪيڏو تمام اوکو آهي ۽ وڪڻ ان کان به سو پيرا وڌيڪ ڏکيو آهي. بهرحال خريدار يوسف ٽيڻ لاءِ ڪجهه ته اڳيرو ٿيڻو ئي پوندو.

اوهان جي برسات ۾ ڪجهه ڪتابيون ڪٿي آيو آهيان. قبول ڪيو ته واهه واهه نه ته رديءَ جي ٽوڪريءَ جي پيٽ جي آڳ اجهائڻ لاءِ ڪتب آڻيو. مهرباني.

قريشي مظفر علي خيراوي
سنڌ يونيورسٽي ڄام شورو

برسات کي ائين مهينگهه ماهوار ڏسي دل ٺري پئي هن وقت سنڌي ادب کي اهڙن رسالن جي ضرورت آهي، دعائون اهي آهن ته برسات سدائين وسندي رهي ۽ دل ٺرندي رهي.

الطاف جتوئي
ٽائيم آفيس ڪراچي شپ يارڊ

سائين، برسات نئين آب تاب سان پڙهيم، هڪ ٻن شين کي ڇڏي باقي سمورو مواد ٺيڪ لڳو. ڪوشش ڪري برسات کي اڳوڻي معيار تي آڻيو، چند مخصوص ليکڪن سان نه بلڪ سڀني سڄاڻ ليکڪن سان رابطي ۾ اچو. اصل ۾ اهوئي پائدار ڪاميابيءَ جو رستو آهي.

راهي چنا سنڌ يونيورسٽي ڄام شورو

برسات جي وري نڪرڻ تي، من ۾ خوشي جا گل ٽڙي پيا آهن. سنڌي رسالو ڪيڏو تمام اوکو آهي ۽ وڪڻ ان کان به سو پيرا وڌيڪ ڏکيو آهي. بهرحال خريدار يوسف ٽيڻ لاءِ ڪجهه ته اڳيرو ٿيڻو ئي پوندو.

قريشي مظفر علي خيراوي
سنڌ يونيورسٽي ڄام شورو

برسات کي ائين مهينگهه ماهوار ڏسي دل ٺري پئي هن وقت سنڌي ادب کي اهڙن رسالن جي ضرورت آهي، دعائون اهي آهن ته برسات سدائين وسندي رهي ۽ دل ٺرندي رهي.

الطاف جتوئي
ٽائيم آفيس ڪراچي شپ يارڊ

سائين، برسات نئين آب تاب سان پڙهيم، هڪ ٻن شين کي ڇڏي باقي سمورو مواد ٺيڪ لڳو. ڪوشش ڪري برسات کي اڳوڻي معيار تي آڻيو، چند مخصوص ليکڪن سان نه بلڪ سڀني سڄاڻ ليکڪن سان رابطي ۾ اچو. اصل ۾ اهوئي پائدار ڪاميابيءَ جو رستو آهي.

راهي چنا سنڌ يونيورسٽي ڄام شورو

# ڏيهہ - پرڏيهہ



منير چانڊيو

اپريل ۲۰، ۱۹۷۸ع کان اٽليءَ جي اتر واري شهر تورين ۾ ٻهراڙين جي ڀورهيت تنظيمن جي اڳواڻن کي ٽن مهينن جي خاص تربيت ڏيڻ واسطي گهرايو ويو. هن ٽريننگ پروگرام ۾ شرڪت ڪندڙن کي سئزرلينڊ، فرانس ۽ اٽليءَ ۾ ڪوآپريٽو تنظيمن جي آفيسن جو دورو ڪرائي، اهو ڏيکاريو ويو ته پنهنجي مدد پاڻ ڪرڻ واري اصول تي، اهي ٻهراڙين جون تنظيمون ڪيئن ڪم ڪن ٿيون. هن پروگرام ۾ پاڪستان طرفان چار نمائندا ويا. هڪ سنڌ مان ۽ ٽي سرحد مان.

روم جڏهن سڄي رهيو هو، ان لاءِ اهو ئي مشهور آهي ته ان وقت رومن شهنشاهه ”نيرو“ چين جي ننڍ ائين سمهي رهيو هو. جيئن اڄوڪي زماني ۾ ڪوئي ننڍ آئيندڙ گوريون کائي ستو هجي. روم شهر کي باهه ڏيڻ جو الزام عيسائين تي هنيو ويو هو. سندس مقبرو ”تور دي نيرون“ جي نالي سان مشهور آهي. ”وينا فوري امپريالي ۽ ويا ۲۶ ماجو“ کان رستا ويندا آهن. ان هنڌ کي ”پاتريشائي وني تاتي“ چوندا آهن.

نيرو جي محل وٽ مان ماڻهن جي دڙي جي مٽيءَ جو ماڻهو وانڱر واڪر ٻيٺو آهيان. رڳو پٿرن جو ڍير آهي. مان پيو سوچيان ته ڪڏهن مان جهڙن مسڪينن کي محل پرسان لنگهڻ جي همت به نه ٿيندي هوندي. سونهن ائين لڳي رهيو هو ڄڻ هڪ هڪ سر جهڪا اشهد آڳر جيتري تلهي آهي ۽ ڪرسل ڀڃل

ٽنهين جا ٽڪر مان سان ڳالهائي رهيا هجن. مان هڪ پٿر تي ويهي رهيس. ان دور جي دبدبي، شان شوڪت کي تصور ۾ پئي آدم، گهوڙن جي ٽاپن ۽ هڪارين آواز، نوڪرن جي پيرن جي ڇم ڇم، منڊا ٺهڪ - جامن جي ٽڪرائجڻ، ٺهڪن، وحشي سهڪا، تلوارن جا آواز آسمان طرف نظرون کڻي ويٺو ڄڻ مان باهه جي ڄڀن کي ڏسي رهيو هوس ته ڪيترو مٽي آهن.

اٽلي، جوليس سيزر، ليونارڊو داونچي، مسوليني ۽ اڄوڪي ڦل، پطرائس، صوفيا لورين ۽ جينا لولو بريجيدا، جو ملڪ آهي. مان اوهان کي ڪيترن شخصيتن جي باري ۾ ٻڌائيندس. پنهنجي قصي ٻڌائڻ کان اڳ مان اوهان کي شيڪسپيئر جهڙو ڪجهه جوليس سيزر جي دوست اينٿوني جي واتان چورايو آهي اهو ٻڌائڻ تي دل ٿي چوي.

دوستو، روم واسيو، هموطنو،

ڪن ڏيئي ٻڌو مان سيزر کي دفنائڻ آيو آهيان. سندس واکاڻ نه ڪندس. ماڻهو جيڪو ڪجهه ڪندو آهي، اهو انجي مرڻ کان پوءِ ڳائبو آهي. بروٽس ماڻائتو چوي ٿو ته سيزر لالچي ۽ مطلبي هو. اهو سراسر الزام آهي. جيڪڏهن سيزر پاڻ حيات هجي ها ته هو ان جي ورندي ڏي ها. هاڻ هرڪو ٿي ٿو ڳالهائي.

ها اهي سڀ ماڻائتا آهن پنهنجي پر ۾ ضرور سچ چوندا هوندا.

اڄو، مون سان اڄو، ڪڏجي سيزر جي قبر تي ڳالهايون. هو منهنجو پيارو دوست هو. خلوص وارو. پر بروٽس چوي ٿو هو مطلبي هو.

هن پرڏيهه منجهان ڪهڻائي قيدي روم آندا آهن انهن جي پنڪ منجهان جنرلن آهن تحفن جرن پيتيون پريون ڇا ان لاءِ به سيزر کي ئي الزام ڏيئي سگهجي ٿو.

غريبن جون آهون ٻڌي سيزر روئي ويهندو هو لالچي ته سخت ۽ خود غرض هوندا آهن.

تنهن هوندي به بروٽس چوي ٿو سيزر لالچي هو بروٽس ته ماڻائتو آهي.

۽ برڪل وٽ اوهان ڏنو هوندو.

مون هن کي ٽي پيرا شاهي تاج ڏنو هن ٽئي دفعا انڪار ڪندي موٽائي ڇڏيو.

ڇا اِيا ۾ ان کي لالچي سمجهجي.

۽ بروٽس چوي ٿو هو لالچي هو.

يقينن هو عزت وارو آهي مان بروٽس جي مخالفت ۾ نه ٿو ڳالهايان پر مان هت اوهان کي اهو ڪجهه ٻڌايان پيو جيڪو مان ڄاڻان پيو اوهان سڀني هڪ پيرو ضرور هن کي چاهيو هو. ٻنا سبب جي ڪير ٿو ڪنهن کي چاهي.

اڄ اوهان کهڙين مصلحتن جي ڪري هن لاءِ رئو نه ٿا.

هائي انصاف ۽ فن آهي وحشي جانورن جي هٿ ۾ ماڻهو ساڃهه وڃائي ويٺا آهن. شاهد ٿجو منهنجي دل سيزر جي ڪفن ۾ آهي.

مان، دل جي واپس اچڻ تائين چپ رهندس. ٿي سگهي ٿو دنيا وارا ڪالهه تائين سيزر جيئ ساهون نه ٿيا هجن پر هو اڄ ليٽيو پيو آهي.

ڪوئي ڪيس عزت ۾ نه ٿو ڏي. او، خدايا، جيڪڏهن مون کان اتساه ڪسيو وڃي. اوهانجي دل اوهان کي ڪاوڙائي باغي ڪندي. مون کي بروٽس کي غلط چوڻ گهرجي ۽ ڪاشڪي ۾. اوهان کي خبر آهي ته هي عزت وارا آهن. مان هن کي غلط نه چئي سگهندس. تنهن ڪري مون سوچيو آهي. ته مثل کي ٿي غلط چوان. اوهان کي ۽ پاڻ کي غلط چوان. انهن مان هنن عزت دارن کي چئي سگهان ٿو ته هو غلط آهن پر هتي اها ڪل آهي جنهن تي سيزر لکندو هو (۽ سندس محبوبه آهي) مون کي اها هنجي، ذاتي ڪمري مان مليون آهن، جنهن ۾ هنجي وصيت آهي. پر اسرا اها وصيت پڙن. معاف ڪجو جيڪا سان پڙهڻ نه ٿو چاهيان.

هاڻ هي وڃي مرحبات سيزر جي زخمن کي چميون ڏيندا. پنهنجن رومالن کي هنجي پاڪ رت هڻندا.

يادگيري خاطر هنجو هڪ وار ۾ پاڻ وٽ رکندا.

مرڻ کان پوءِ ان لاءِ پنهنجي وصيت ۾ لکندا.

پنهنجي اولاد کي چوندا ته اهو وڏو خزانو اٿو.

جيڪڏهن اوهان وٽ ڪجهه ڳوڙها آهن، هاڻ انهن کي ڳاڙي ڇڏيو.

اوهان پهراڻ کي ته سڃاڻو ٿا. مون کي ياد آهي.

پهريون پيرو جڏهن سيزر اهو پاتو هو. اها اونهاري جي شام هئي هو پنهنجي تنبو ۾ هو. ان ڏينهن هن نروي فتح ڪيو هو. ياد ڪيو. هن هنڌ ڪاسٽس خنجر کنيو هي ڏکيو. ڏسو، ساڙولي ڪاسڪا ڏنو کهڙو خنجر هن هٿان پيار ڪندڙ بروٽس معرفت هٽايو خنجر جڏهن هن پنهنجو خنجر ڇڪي ٻاهر ڪڍيو ڪيڏو نه سيزر جو رت هوندو وهيو. ڄڻ هو پاڻي دروازن کان ٻاهر نڪتو سڃاڻڪو چئي ته ڇا ٿو سگهجي آيا بروٽس هن کي بيرحمي سان هو ڪيرايو، اوهان سڀ ٿا ڄاڻو بروٽس هن کي فرشتو سمجهندو هو انصاف ڪر خدايا، سيزر هن کي ڏاڍو پائيندو هو اها ته سراسر احسان فراموشي آهي، جڏهن سيزر هن کي خنجر هڻندي ڏٺو تڏهن رکيو ايترو ڇپائين پٽ تون به. ناشڪري جيئن غدارن جون فوجون غالب پوڻ کان پوءِ؟ هنجي مضبوط دل ڦاٽي پئي سيزر کي پيوس ٻنائي سندس دل چيري وڌائين. هن ٿي پهراڻ سان سندس منهن ڍڪيل آهي، پامپي جي بت هيٺان سڄو وقت رت ريلا ڪري وهندو رهيو آهي سيزر ستو پيو آهي.

اهو ته هو بروٽس جي بيوفائي، ناشڪري احسان فراموشي جو ذڪر. مان اوهان کي ڪنهن مناسب هنڌ انگليءَ جي تاريخ خصوصن روم بابت ٻڌائيندس، جيڪو نه صرف عبرتناڪ آهي پر سبق آميز به. پڙهيو ۽ ٻڌو سڀني حڪمران طبقن آهي پر ڪيو انهن اهو آهي جيڪو هن چاهيو آهي.

ان دور کي ذهن ۾ آڻيندي لڳ ڪانڊارجيو وڃن. انزماني جي ڪنهن مفڪر چيو هو ته اي حڪمرانو اوهان ماڻهن کي جيلن ۾ بند ڪري انهن جي پيرن ۾ زنجيرون ٿا وجهو ته جيئن هو ڪنهن جدوجهد ۾ سرگرمي سان حصو نه وٺي سگهن.

(هلندڙ)

# ڇوڪرين لاءِ سنڌ جو واحد فني ادارو

مظهرالدين ميمڻ

هنري تعليم کي ملڪ جي ترقي ۽ نشونما ۾ هڪ اعليٰ مقام حاصل آهي ۽ انهيءَ جي اهميت کان هر هڪ چڱيءَ طرح واقف آهي. ڪجهه سالن کان وٺي سنڌ صوبو هنري تعليم جي ميدان ۾ ڪافي اڳتي وڌي چڪو آهي ۽ صوبي جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ هنري تعليم جا مرڪز کوليا ويا آهن. مگر افسوس جو اسان جي عورتن کي انهي تعليم کان محروم رکيو ويو آهي.

جيئن ته اڄڪلهه عورتن ۾ تعليم حاصل ڪرڻ جو رجحان تيزيءَ سان وڌي رهيو آهي ۽ ان سان گڏو گڏ مخصوص قسم جي صنعتن ۾ هنرمند عورتن جي گهرج به روز بروز وڌي رهي آهي. انهيءَ ڳالهه کي مد نظر رکندي عورتن کي فني تعليم سان روشناس ڪرائڻ، وقت جي اهم ترين تقاضا آهي.

صوبي جي عورتن کي هنري تعليم جا موقع ڏيڻ لاءِ حڪومت سنڌ، وومين ڊويزن پروگرام حڪومت پاڪستان جي مالي مدد سان، ڪراچيءَ ۾ هڪ گرلس پالي ٽيڪنڪ انسٽيٽيوٽ قائم ڪيو آهي. جيئن ڇوڪرن سان گڏوگڏ صوبي جون ڇوڪريون به فني تعليم حاصل ڪري سگهن ۽ تعليمي معيار به بهتر ڪري سگهن ۽ ملڪ جي ترقي ۽ خوشحاليءَ ۾ هٿ ونڊائين.

هن اداري سال ١٩٨٠-٨١ع کان ڪم ڪرڻ شروع ڪري ڏنو آهي، ۽ رقتي طور تي ڪي. ايم. سي سپر مارڪيٽ لياقت آباد ڪراچي ۾ قائم ڪيو ويو آهي. هن اداري ۾ في الحال ٽن فني شعبن ۾ ڇوڪرين جي تعليم جو بندوبست ڪيو ويو آهي.

١- ريڊيو ۽ ٽي. وي ٽيڪنالوجي.

٢- گارمينٽ ٽيڪنالوجي (سلائي ۽ ڪٽنگ).

٣- آرڪيٽيڪچرل ٽيڪنالوجي.

هن اداري جي تجربيگاهن ۾ جديد ٽيڪنالوجي جا اوزار ۽ مشينري مهيا ڪئي وئي آهي.

مٿين هر هڪ شعبي ۾ ٥٠ شاگرديائين جي داخلا جي گنجائش آهي. جملي سيٽن جو تعداد ١٥٠ آهي. ڪورس جو عرصو ٽي سال آهي ۽ ڪورس جي اختتام تي ڪامياب شاگرديائين کي سنڌ بورڊ آف ٽيڪنيڪل ايجوڪيشن طرفان ڊپلوما آف ايسوسيئيشن انجنيئر جا سرٽيفڪيٽ ڏنا ويندا. هن سرٽيفڪيٽ حاصل ڪندڙن کي ملڪي توڙي غيرملڪي صنعتي ادارن ۾ ملازمت جا بهترين موقع ملي سگهندا ۽ ان کان علاوه آئنده اندرون سنڌ ۾ عورتن لاءِ نون فني ادارن کولڻ تي فني استادن جي ڪمي به پوري ڪري سگهجي ٿي.

هن ڪورس ۾ صرف اهي شاگرديائيون داخلا وٺي سگهن ٿيون جن مئٽرڪ جو امتحان سائنس گروپ ۾ پاس ڪيو هجي ۽ حڪومت سنڌ جي منظور ٿيل پاليسي مطابق هرضلع لاءِ ان جي آباديءَ جي لحاظ سان سيٽون رکيون ويون آهن. ڪراچيءَ کان ٻاهر جي شاگرديائين لاءِ هاسٽل جي سهوليت به موجود آهي. هن انسٽيٽيوٽ ۾ پڙهائڻ واسطي خواتين استادن جو تعداد گهٽو آهي.

خاص ڪري اندرون سنڌ جي ڇوڪرين کي گهرجي ته هو داخلا لاءِ گهڻي تعداد ۾ فارم ڀرين جيئن سنڌجي ڀرارڙي لاءِ رکيل سيٽون پوري طرح ڀري سگهجن.

اسير ملاح

**نظم**

سچ نه سور ڪهاڻي ساٿي
ذات سڄي ڏکن هاڻي ساٿي

ڪوني ٻڪايل ٻار رڙي ٿو
منهنجو امالڪ اندر سڙي ٿو
آڳ نه پوءِ اجهاڻي ساٿي.

پينو نيڻڪر در در پڙڪي
پيٽ ٻڪئي لئه سا ٿي لڙڪي
ناحق نار نماڻي ساٿي.

چڙهون سهي ٿو سانگي سيڪو
لالن ۾ آ ساڙو طبقو
آه! نه ڪابه اڪهاڻي ساٿي.

# سگا سماچار

## ڳوٺ سڌار سنگت

### قائم ڪيون ويون

سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن طرفان سال ١٩٨١ع کي ڀرپور نموني سنڌي ساهت سال ملهائڻ ڪانپوءِ سال ١٩٨٢ع کي ”ڳوٺ سڌار سال“ ڪري ملهائڻ جو فيصلو ڪيو ويو آهي. ڳوٺ سڌار سال جي پروگرامن جي رابطي لاءِ ڳوٺ سڌار مرڪزي ڪاميٽي ڏاهي وئي آهي. جنهن جو ڪنوينر محمد نذر ميمڻ، سيڪريٽري - خان محمد پنهور ۽ ٻين ميمبرن ۾ علي احمد بروهي، مسز شمس عباسي، رسول بخش انڙ، مسز گلزار انڙ، منير چانديو، نظام الدين سومرو، خالد سيف الله، نرگس هوديائي، عبدالستار ڪيڙو، بيگم ممتاز راشدي، حسين بخش ڪولاچي ۽ لعل ڏنو نظاماڻي شامل آهن. ڪاميٽي جي پهرين گڏجاڻي ٢٢ جنوري تي حيدرآباد ۾ ٿي جنهن ۾ ”ڳوٺ سڌار سنگت“ ڳوٺن ۾ قائم ڪرڻ جي اپيل ڪئي وئي ۽ ڳوٺ سڌار سنگت جو خاڪو منظور ڪيو ويو. جنهن مطابق ڳوٺاڻا، ”پنهنجي مدد پاڻ ڪيو“ جي بنياد تي ڳوٺ سڌار تحريڪ جي سلسلي ۾ ڳوٺ جي پڙهيل توڙي اڻپڙهيل ماڻهن، استادن، ڊاڪٽرن، توڙي هارين تي مشتمل ”ڳوٺ سڌار سنگت“ قائم ڪندا، ان تي هڪ صدر، هڪ سيڪريٽري ۽ ٻي ڪاروباري ڪاميٽيءَ جا ميمبر ڪنديا ويندا. سنگت جي سگا مرڪز وٽ رجسٽر ۽ پڻ واري سگا شاخ جي سفارش سان درخواست سيڪريٽري ڳوٺ سڌار مرڪزي ڪاميٽي سنڌ گريجوئيشن ايسوئيشن، ٨-٩ رمپا پلازا ايم - اي - جناح روڊ ڪراچي جي پتي تي موڪلين.

## سگا هائوسنگ

## سوسائٽي

سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن ڪوآپريٽو هائوسنگ سوسائٽي جي گڏجاڻي ٢٢ جنوريءَ تي حيدرآباد ۾ سوسائٽي جي صدر ڊاڪٽر شريف ميمڻ جي صدارت ۾ ٿي گذري. جنهن ۾ سوسائٽي جي ميمبر شپ جي آخري تاريخ ٢٨ فيبروري ١٩٨٢ع مقرر ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ويو.

هائوسنگ سوسائٽيءَ جو ميمبر ٿيڻ لاءِ سگا جا ميمبر پنهنجي شاخ جي فين کان پي باقيءَ جي سرٽيفڪيٽ سميت سوسائٽي جي فارم لاءِ درخواست ٨-٩ رمپا پلازا ايم - اي - جناح روڊ ڪراچي جي پتي تي موڪلين. ايندڙ جنرل باڊي، جو اجلاس ٢٦ مارچ تي سکر ۾ ساليانيءَ ڪنوينشن جي موقعي تي ٿيندو.

هائوسنگ سوسائٽي طرفان پلاٽ گلشن شهباز ڄام شورو ۾ حاصل ڪيو ويو ويو آهي.

## سگا جو ساليانو

## ڪنوينشن

سگا جو ساليانو ڪنوينشن

سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن جو ساليانو ڪنوينشن ٢٦ مارچ ١٩٨٢ع تي سگا جي ميزباني هيٺ سکر ۾ ٿيندو.

## خان محمد پنهور سگا

## آفيس ۾ ويهندو

ڳوٺ سڌار سال مرڪزي ڪاميٽيءَ جو سيڪريٽري ۽ سگا هائوسنگ سوسائٽيءَ جو سيڪريٽري خان محمد پنهور هر سومر تي شام جو ٦ بجي سگا مرڪزي آفيس ٨-٩ رمپا پلازا ايم - اي جناح روڊ تي ۽ هر ڇنڇر تي شام جو ٦ بجي سگا آفيس ٤١ ڊسٽرڪٽ ڪائونسل شاپنگ سينٽر حيدرآباد ۾ ويهندو ۽ ڳوٺ سڌار سال ۽ هائوسنگ سوسائٽيءَ جي ڪم جو اڪلاءُ ڪندو.

# پنڊورا جي پيٽي

”ايترا سال تون هئين ڪاٿي؟“
ڪيڏو معصوم،
ڪيترو پيارو،
ڏاڍو ئي ضرر پر مڪمل سوال آهي،
جو پڇڻ ته سولو آ،
پر سلڻ ڏکيو ۽ پيڙ — پريو،
سارا سک، سڀ ئي ڏک ۽ ساروليون،
هڪڙي پل جي سيني ۾،
چند لفظ، هڏن جي هڪ مٺ ۾،
ڪيئن گڏ ڪري سگهان جلدي،
ايڏي داستان جو اختصار ڪيئن ڪجي،
ڇا چوان ته ڪهڙي ڪوهه
ڪهڙي غار،
ڪهڙي تحت الثريٰ جي اونده ۾،
ايترا ورهه، ايتريون صديون،
مراقبي جي حالت ۾،
بي سبب ڪٽيون هونديون،
يا ته ويسلائيءَ ۾،
ڪو لٽي،
مفت ۾ ڪٽي ويو آهي،
سون کي اهڙي ڪاٽ سڌ،
ڪاٽ پتو،
ڪاڻي پڪ،
ته ڪانهي ٻر
مان ائين ٿي سمجهان ته:
جڏهن ڪاٿي پنڊورا،
پنهنجا سارا روڳ، ڏک،
منهنجي هنج ۾ اڇلي،
پاڻ پاتالن جي پاڇولن ۽ اسرارن پٺيان،
هيڪلي هلي ويئي،
مون کي هت ڇڏيائين جيئن
آءٌ بي اڪيلو ٿي،
سونجهه، ڏک، ملولائي ۽ ايوسي جي پاڳر ۾،
پنهنجي جند سان ڇهٽيل،
روڳ، ڏک، وبائون سڀ،
آس جون وجهي ڇهٽيون،
پٽي پٽي جدا ڪندي، ڦٽي ڪندي،
راند اهڙي کيڏندي،
ريجهه ۾ ائين ريجهي،
اهڙي لوچ پوچ ۾،
ڦٽڪندي ۽ ڦرڪندي،
عمر کي ڪٽي وڃان،
پوءِ چپ چپاتيءَ ۾،
ڪنهن مهل مري وڃان ڪنهن ڪنڊ ۾.



# بلبلِ سنڌ



جڏهن ڀمل راءِ جي
براجڀهو ظاهر ٿي ۽ ان ۾ مون
ڀڳونتي ناوانيءَ کي تلسيءَ
جون چوپايون ڳائيندو ٻڌو، تہ
منهنجي دل مان دانهن نڪري
ويئي. ان کان پوءِ مون کيس
اهنسا ۾ ڳائيندو ٻڌو، جتي
ٻلراج ساهني، هنگل ۽ سنجيوڪمار
سان گڏ، مدن جمائي ۽ مالهي
۾ هئا. مالهيءَ سان واقفيت
معنيٰ سنڌيت جي هلچل ۾داخلا.
گذريل ٻنجويهن سالن کان
ڀڳونتي سنڌين جي مٽل آتما
کي جاڳائڻ جي آدرش ۾
سرگرم رهي آهي. سنڌ ۾
جيڪڏهن منظورعلي خان مرحوم
۽ مائي ڀاڳي سنڌي راڳ مان

اچايل روحن کي راحت بخشي آهي
تہ هند ۾ ماستر چندر ۽ ڀڳونتي

ناوائي، سنڌين کي راڳ شان
ٻڌي رکيو آهي. ڪنهن اهو
سوچيو آهي تہ ڀڳونتي پنهنجو
خانگي گهر نہ ورسائي، راڳ
کي ئي چو جيون ارپڻ ڪيو؟
شايد ميران کي جا چٽنگ ڪرشن
لاءِ لڳي، اها ڀڳونتيءَ کي پنهنجي
قوم سان لڳل آهي، انڪري
جڏهن هوءَ ڪرشن راهيءَ جو
سنڌ ۽ سنڌي ڳائيندي آهي تہ
هر اک ۾ مينهونڳي طاري
ٿيندي آهي ۽ لڳندو آهي، وقت
بيهجي ويو آهي، دنيا جو
ڪاروبار، ڪائنات بيهجي
ويئي آهي.

موهن ڪلپنا

# گسنوهر جا گفتا

چاچا،

جي پٽ...

چاچا، شاه لطيف چوي ٿو:
”وڍيل وايون ڪري، ڪُنل
ڪوڪاري“

ها پٽ، شاه سائينءَ، اتي
بنگال ۽ ويٽنام جو ذڪر ڪيو
آهي.

اسان جون وڍيل نہ وايون
ڪن ۽ نہ ئي ڪُنل ڪوڪارين.
پنگ پيتل اٿن.

چاچا،

جيءُ پٽ...

چاچا، اوهان ٽي وي تان،
سنڌي ڊرامو ”راڻيءَ جي ڪهاڻي“
ڏٺو آهي؟...

پٽ، راڻيءَ کي ڪير نہ ٿو
سڃاڻي، آئون تہ گذريل ڪيترن ئي
سالن کان ”راڻي جو ڊرامو“
ڏسي رهيو آهيان. جنهن ۾ راڻو
هڪ ”ڳانٺي“ جو ڪردار ادا
ڪري رهيو آهي. اهڙا تہ پلٽا
ٿو هڻي، جو چڱا ڀلا بہ بيهوش
ٿيو وڃن.

چاچا...

جيءُ پٽ،

چاچا، پير صاحب پاڳارو
شريف چوي ٿو تہ ١٩٩٢ع تائين
اليڪشن نہ ٿيندي.

پٽ، اهو بہ شڪر جو پير
صاحب تہ سچ ڳالهيو. هن پين
وانگر ڏنا ڪين ڏنا. هاڻ سڀني
کي لت ڪوڙي سمهي رهڻ
کهرجي.

چاچا...

جيءُ پٽ،

چاچا، سنڌ مان تمام گهڻو
تيل لڌو آهي.

... (خاموشي)

چاچا، توهان جواب نہ ڏنو.

پٽ، شڪر ٿا ڪريون،
ڪراچيءَ جي ڪارخانن وانگر،
اسان جي ڪجهہ ماڻهن کي
تيل جي کوهن تي بہ نوڪريون
ملي سگهنديون. بدين جي چيئرمن
کي گهرجي تہ هو ان خوشيءَ
جي موقعي تي، سڄي سنڌ ۾
احمد جو ”ڪراچي حلوو“ ورهائي.

چاچا...

جيءُ پٽ،

چاچا، پس ويون تہ ڇهہ
بہ ويون.

پٽ، ڦري کان پوءِ ڊپ
کهڙو. هاڻ ڇڏيون تہ ملڪ
پيلي ڇهہ ڪن. آخر ڀاڻ هڪ
ٻئي کي کائيندا.

## شاهه عنات

# راحت آهه ڙهڻ ۾

ويهي وڃجهه مَ ويهُه، هَلُ نه هيڪاندي ڀَڻين
دل ۾ دوُر مَ آڻ تون، سندو ڦِڙڻ ڦڻيهُه
ڀَرَجي لهين نه ڀيڙُ، نه ڀه راحت آهه ڙهڻ ۾.

○

ڪُڙا ڏونگر ڪيچ جا، جِت سُڃِن سَنَهَ نيلا
اڇن اُت عنات جي، هيڪلي حيلا
جن جاوَ نه وسيلا، تن پاتارن ڀيلي ٽيئين.

○

چرخو ائين چوي، جيئَ پوُن پٽڪو نه سٽي
آدي جو عنات جي، اُٿي آئڻ اوڻ
ٿِيان پوءِ تون، نه سُت تنهنجو سون ٿئي.

○

ڪاپائي ڪتيو، ٿُلهو ئي سَتوُر و
اڳهيو عنات جي، ڏڏيءَ ڃبو ڏورو
جت ٿُڻ ندو تورو، تت ڪاٽياري ڪام ٿئي.

شاه عنات رح

# راحت آهي ڏُهڻ ۾

ويهي وِجهه ۾ ويهُه، هَلُ نه هيڪاندي ٿئين
دل ۾ ڏوري ۾ آڻ تون، سندو ڦِرڻ ڦيرُه
پَرَچي لهين نه پيرُ، نه ته راحت آهي ڏهڻ ۾.

○

ڪري ڏونگر ڪيچ جا، جِت سُڄِن سَنه نيلا
اچن اُت عنات چئي، هيڪلي حيلا
جن جاوَ نه وسيلا، تن پاتارن پيلي ٿئين.

○

چرخو ائين چوري، جئن پُون پُٽڪو نه سُٽي
آڏي جو عنات چئي، اُٺي آتڻ اوري
تِهان پوءِ توري، نه سُتَ تنهنجو سون ٿئي.

○

ڪاپاڻي ڪتيو، ٿُلهو ع سُوري و
اگهيو عنات چئي، ڏڏي جو ڏوري و
جِت نه ندو توري و، تِت ڪاٽياري ڪام ٿئي.

# پڙهندڙ نسُل . پَ ن

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دور جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نسُل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نسُل وارا پَنَ بہ مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڀِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَمل مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن ڄاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوِ، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ

پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“. - اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)